# ديوان بيدل

سيد عبدالحسين شاه موسوي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو سنڌ

١٤١١ھ/١٩٩١ع



سيد عبدالحسين شاهہ موسوي

ديوانِ بيدل جو مؤلف

ولادت ۱۹۰۲ع —— وفات ۱۹٦۷ع

سر حقیقت وارو، سالک کو سمجھی،
راز ربانیءَ وارو سالک کو سمجھي

بیدل

# فهرست

# ڪافين جي ترتيب

# ناشر پاران

فقير قادربخش بيدل هڪ صوفي شاعر ۽ وڏو عالم هو. سنڌي ادبي بورڊ سندن ڪلام جي اهميت محسوس ڪندي سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جو مجموعو ”ديوان بيدل“ جي عنوان سان سنه 1954ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو. ان جو ٻيو ڇاپو سنه 1961ع ۾ شايع ٿيو هو. تازو سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين قبله مخدوم طالب المولىٰ صاحب جن جو خاص حڪم مليو ۽ تاڪيد ٿي ته بيدل فقير جي ساليانو عرس ١٦ ذوالقعد جي موقعي تي ديوان بيدل جو ٽيون ڇاپو پڌرو ڪجي. سنڌي ادبي بورڊ نه فقط نوان ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي پر پنهنجا اڳوڻا ڇپيل ڪتاب وري ڇپرائڻ سندس پروگرام ۾ شامل آهي. انهيءَ ئي پروگرام هيٺ اسان مختلف موقعن تي ضرورت آهر ڪتابن کي وري وري ڇپائي پڌرو ڪندا رهيا آهيون. ۽ هينئر سنڌ جي صوفي بزرگ فقير قادربخش بيدل جي ڪلام جو ٽيون ڇاپو اوهان جي اڳيان آهي.

هن ڇاپي لاءِ ڊاڪٽر نوازعلي شوق ”بيدل جي شاعريءَ جو مختصر جائزو“ جي عنوان هيٺ هڪ تحقيقي مقالو لکي ڏنو، ان کان علاوه ضميمن واري حصي ۾ سنڌ جي بزرگن جي وفات تي چيل تاريخي قطعات ۽ شاهه شهيد جي شان ۾ چيل هڪ قصيدو به ڪري هن ٽئين ڇاپي ۾ شامل ڪيو آهي، جنهن لاءِ اسان سندس ٿورائتا آهيون. اميد ته پڙهندڙ هن ڇاپي کي وڌيڪ پسند ڪندا.

**عبدالغفار صديقي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# بيدل جي شاعريءَ جو مختصر جائزو

روهڙي سنڌ جو اهو شهر آهي، جيڪو نه فقط تاريخي لحاظ سان اهم آهي، پر روحاني لحاظ سان پڻ وڏي اهميت رکي ٿو. هتي مُرسل ﷺ جي وار مبارڪ جي زيارت، صوفي سونهارن جون مزارون ۽ درويشن جون درگاهون، عاشقن جا اوتارا ۽ قدرتي نظارا هيءُ شهر ڄڻ جنت جو هڪ حصو آهي.

زهي لُهري ڪه جَنّاتِ عدن است،
سراپا مجمع آرام و امن است.

فقير قادر بخش بيدل جي ولادت ان ئي جنت واري جُوءِ ۾ ٿي. سندن ولادت جي تاريخ سندن فرزند فقير محمد محسن بيڪس "گلِ راحت العاشقين" مان ڪڍي آهي. فرمايو اٿس.

زغيب آمده روضة العارفين،
بگفتم، گلِ راحت العاشقين.

۱۲۳۱ھ

فقير قادر بخش بيدل عربي فارسي جي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ روحانيت جي طلب لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن جو سير سفر ڪيو. سيوهڻ ۾ حضرت قلندر لعل شهباز رحه (وصال ۶۵۰ھ) جي درگاهه تي حاضري ڀري، ڀريالوءَ ۾ مخدوم محمد اسماعيل (وصال ۱۱۷۴ھ) جي مزار پُرانوار جو ديدار ڪيو. پير ڳوٺ ۾ پير صبغة الله شاه (وصال ۱۲۴۶ھ) جي صحبت بابرڪت ۾ رهي پنهنجي همعصر پير علي گوهر شاه اصغر (وصال ۱۲۶۳ھ) سان گڏ مثنوي معنوي جي درس ۾ شامل ٿيو. مطلب ته مڙني هنڌن تان فيض حاصل ڪري روهڙي موٽي آيو. بعد ۾ شاه شهيد جي مريد صوفي صديق صادق *

---

* صوفي صديق صادق اهو (ڊوري ڌاري) جو رهاڪو هو. جهوڪ جي درگاهه جي سجاده نشين شاه فضل الله قلندر (وصال ۱۲۴۳ھ) جو مريد هو. سندن ڪتاب 'راڳ نامو' ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تصحيح سان ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز طرفان سنه ۱۹۸۵ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

(وصال ۱۲۶۵ھ) جي دعا سان وڏي درجي تي رسيو. بيدل سائين اڪثر جهوڪ، سيوهڻ، درازا، پير جي ڳوٺ ۽ ٽکڙ شريف ويندو ايندو هو. گمان غالب آهي ته هو ڏهن ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾ درازن ۾ سچل سائينءَ جي زيارت ڪندو هوندو، ان ڳالهه جو اظهار سندن ان ڪافيءَ مان ملي ٿو، جيڪا پاڻ سچل سائين جي وصال تي چئي هئائون:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو،

سرمست مالڪ سچل، عاشق اتي اظهار هو،

وجد وحدت جو سدا خاصو تنهن خمار هو،

مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو،

اها ڪافي پڙهڻ سان گمان پيدا ٿئي ٿو ته شايد بيدل درازن ۾ عشق جو اهو اسرار ڏٺو هجي ۽ ان دور جي منصور جي زيارت ڪئي هجي. ڇاڪاڻ ته هن ڪافيءَ جو انداز ڪجهه اهڙو آهي، جڻ بيدل سائين مشاهدو مائي، پوءِ اهي ڳالهيون ڪيون.

جيڪڏهن هن سچل سائين جي زيارت نه به ڪئي هجي، پر اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته هن درازن ۾ سچل سائين جي طالبن فقير محمد صالح (وصال ۱۲۷۸ھ) فقير نانڪ يوسف (وصال ۱۲۶۹ھ) ۽ ٻين سان ضرور رهاڻيون ڪيون هونديون. فقير محمد صلاح دونهين وارو وصال ۱۲۷۵ھ) جيئن ته ڪين ويجهو هو، تنهن ڪري ان سان ته گهڻو ڪري سندس روزانو ڪچهري ٿيندي هئي. مطلب ته درويشن جي دعا سان ڄائو ۽ صوفي سونهارن جي صحبت ۾ رهيو.

۵۹ ورهيه هن ناسوتي ملڪ جو سير ڪري ۱۶ ذوالقعد سنه ۱۲۸۹ھ مطابق ۱۵ جنوري ۱۸۷۳ع ۾ وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليو. سندس وصال تي ڪيترن ئي شاعرن قطعا چيا. سندن فرزند فقير محمد محسن بيڪس (وصال ۱۲۹۸ھ) هڪ فارسي قطعي ۾ کين پنهنجو هادي مرشد سڏيندي، سندن صفت ۽ ساراهه بيان ڪندي، وڏي عقيدت ۽ احترام جو اظهار ڪيو آهي. محسن ان وقت چوڏهن پندرهن ورهين جو نينگر هو.

بيدل جا ڪيترائي مريد ۽ عقيدت مند هئا. سندن فيض واري چشمي مان ڪيترن ئي پنهنجي اُڃ اجهائي. فقير غلام علي مسرور انهن مان هڪ هو. ڪيس بيدل سان بي پناهه عقيدت هئي، هن پنهنجي مرشد جي شان ۾ ڪجهه ڪافيون چيون آهن. هتي سندس ٻن ڪافين جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

دائم قائم قرب قرارو، ڪعبو قبلي گاهه،

هادي بيدل شاهنشاهه،

روهڙي فرش وڇائي گادي، مرڻ پڇاڻي سر ريشو هادي،

وغيره

ٿي وٺي مُلڪان ملڪ منادي، واحد وجه الله،
شاهنشاه شهباز اهوئي، دوله شاه دراز اهوئي،
خفي جلي جو راز اهوئي، فائق فيض درياهه،
ظاهر بندو باطن مولي، نوان توان نت پهري چولا،
پنجي وجود وهم وچولا، آيو عاليجاه
هادي حق مسرور مليو آ، پورل پيو سپ دل جو پليو آ،
خيال خدائي خوب کليو آ، آندو ٿم وسياهه.

هيٺئر هڪ ٻي ڪافيءَ جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

پڌي پانهون تنهنجي در تي ڪيان فرياد اي بيدل
خدا جي واسطي مون کي ڪيو ارشاد اي بيدل
محبت عشق مولا جوءِ عطا قطرو ڪري سائين
نوازي هن طرح نوڪر، ڪيو دل شاد اي بيدل
پلايو پيالُ ڪو پنهنجو، وسايان وحدتي ويڙهو
ڪيو هن ڪورت ڪثرت کان ڪيئي آزاد اي بيدل
مٺا مرشد اوهان ڏاران، وسيلو ڪونه ڪوئي آ
زبان تي ناءَ تنهنجو ٿم سدائي ياد اي بيدل
مجازي جي جَهلي جهولي ڪنان امن وامان ڏيئي
سدا مسرور جو ويڙهو رکو آباد اي بيدل.

## سنڌي شاعري:

شاه لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ بيدل جي ڪلام کي هند ۽ سنڌ ۾ وڏي مقبوليت حاصل ٿي. صوفين جا جيڪي ٻه بياض موجود آهن، تن مان هر هڪ ۾ بيدل جو ٿورو گهڻو ڪلام ضرور نظر ايندو. لاڙ جي خبر ناهي باقي اتر ۽ وچولي ۾ جتي جتي راڳ ويراڳ جي محفل ٿئي ٿي، اتي بيدل جو ڪلام ضرور ڳايو وڃي ٿو.

٭ منهنجي والد صاحب مرحوم تاج محمد سهرياڻي (وفات ١١ مئي ١٩٩٠ع) پڌايو هو ته ڪنڊيارو ۽ ڪشمور تعلقن ۾ جتي ٻه راڳ جي محفل ٿيندي هئي، اتي شاه لطيف، سچل سرمست، بيدل، بيدڙي فقير ۽ رکيل شاه جو ڪلام ضرور ڳايو ويندو هو. ٭

---

مي بشي ڪافيون پياري دوست بيدل مسرور موڪلي ڏنيون، جنهن لاءِ سندس مهرباني.
پنجويه

بيشڪ بيدل پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو. عاشقاڻي ۽ صوفياڻي مضمونن، موسيقي ۽ جي اصولن ۽ ٻوليءَ جي خوبصورتيءَ سبب سندن ڪلام کي وڏي مقبوليت حاصل ٿي.

سندن ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پنهنجي شاعريءَ ذريعي 'پاڻ سڃاڻڻ' جي بار بار هدايت ڪري ٿو. جيڪو پاڻ کي نه سڃاڻيندو، سو پنهنجي رب کي ڪيئن سڃاڻي سگھندو؟ تنهن ڪري سڀ کان پهرين انسان پنهنجو پاڻ سڃاڻي. پنهنجي شرف، شان، مان ۽ مرتبي کان واقف ٿيندو ته پوءِ هُو هن جڳ ۾ اهڙا ڪم ڪندو، جيڪي سندس شان وٽان هوندا. پر جيڪو پاڻ کي نه سڃاڻندو سو ڪُڌا ڪم ڪندو رهندو. اهوئي سبب آهي جو بيدل ڪيترن ئي هنڌن تي پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي آهي. هتي هڪ مثال پيش ڪجي ٿو، فرمائي ٿو:

ظاهر بندو باطن مولا، برهه جي بازي پرجهي ڪير
'من عرف' جي مام موچاري، فرمودي ۾ ناهي ڦير،
تان تون پنهنجو پاڻ سڃاڻين، وحدت وارو پسج پير
پنهنجو سِرُ صحي ڪج بيدل، موجهي سمجهي سِريءَ جو سير.

هڪ ٻي ڪافيءَ ۾ فرمائي ٿو:

ڪمير قدسي توهي ساڻ، ڪوهه ڪلين ڪعبي جي ڪاڻ
الانسان سرّي وانا سرّه، رمز پروڙ اها منجهه پاڻ
ملڪ فلڪ سڀ تنهنجا ساجد، مالڪ پنهنجو سِرُ سڃاڻ
ڪُرسي عرش آمر تنهنجي ۾، وحدت جو تو منجهه وٿاڻ.

بيدل وحدة الوجودي شاعر هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ بار بار 'همه اوست' جو ذڪر ڪيو آهي. ۽ ان کي صحيح سمجهڻ لاءِ قرآن مجيد جون آيتون ۽ حديثون سند طور ڏنيون اٿائين. هو ٻڌائي ٿو ته هر جا 'همه اوست' جو هوڪو آهي. اهو ڏيان سان ٻڌڻ گهرجي، فرمائي ٿو:

هوڪو 'همه اوست' جو سُڻج ڏيان ڌري،
'الا انه بڪل شيءِ محيط' پرين ناد پري،
ٿو سڀين ويس ڪري، سيوني آهه سپرين،

ساڳي ڳالهه وري 'مرّوني محبوب' جهڙي سٽن ۾ سمجهائي ٿو. فرمائي ٿو:

مرّوني محبوب آ، مشتاق مقصود،
سدا حق موجود، 'همه' کي هڪ ڄاڻ تون.

ان نڪتي کي سمجهائڻ لاءِ 'همه کي هڪ ڄاڻ تون' وارن بيتن جي ڪندي نظ...
ايندي. مثال لاءِ هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

همه کي هڪ ڄاڻ تون، همه هڪ آهي،
'لا' سين ڇڏ لاهي، خام خوديءَ جا خطرا.

صوفي سرتاجن جن مختلف منزلن جو ذڪر ڪيو آهي، يعني ناسُوت، ملڪُوت،
جبروت، باهُوت، هاهُوت، بيدل سائين هڪ ئي ڪافي ۾ انهن سڀني منزلن جو ذڪر
ڪندي، انهن جي مختصر سمجهاڻي ڏني آهي. فرمائي ٿو:

اُڏر پکيڙا وانءُ واهيري، تڪر منجهان ناسُوت،
جنهن وساريو قالب خاڪي، آهي ماهرُ ۾ ملڪوت،
ڀانءُ سڃاڻ ته آهين عارف، جاءِ تنهن جي جبروت،
ڳجهڙا ڏينهن وٺان هو تنهنجو، لامڪان لاهُوت،
آدم حوا ڪون هئين تون اڳهين، بيشڪ ۾ باهُوت،
بيدل ڪر پرواز جو سعيو، قلُ موتي هاهُوت.

ڪٿهن وري سچل واري رنگ ۾ ساڳيائي خيال هن ريت بيان ڪري ٿو:

آءٌ آهيان اسرار، عالم ليکي آدمي،
فرشتون اچي اتهين، عشق ڪيس اظهار،
ڀانئيپ ڀولي ناه ڪا، نور آهيان نروار،
بيدل بندو ناه تون، آنءُ اهو اعتبار.

بيدل سائين پنهنجي ڪلام ۾ پنهنجي اصل وطن ۽ 'قالُو بلي' واري قول جي بار بار
ياد ڏياري ٿو، فرمائي ٿو:

ديس ڇڏي پرديس تون آئين، وطن تون ڪيم وسار
توکئون عهد وٺائون ڳهراءِ پنهنجا تون وعده پار
سرتيون روز سنيارن توکي، بلبل ڪرن پُڪار
'ارجعي' جي ڪين ڪڏهن پئي، ڪن تنهنجي ڪُوڪار؟
بيدل اڏري نڪ اوڏاهين، گونڌر ڪين گذار

اها ساڳي ڳالهه وري هن انداز ۾ پيش ڪري ٿو:

رات موں ڏي، مارن جوءِ تئون نياپو آيو،
ڏکيو ڏوراڻو آيو،

بجهالت جي ڪوٺ ۾ رکيشي رهڻ جو راز،
ڏکيو ڏوراپو آيو،
ٻڙا ساڙيه ڏي سگهڙو ٻا ا، اٿي، ستبر، ڪر سعيو،

ٻي ڪافي ۾ فرمائي ٿو:

تئون نياپو آيو، مون ڏي مارئڻ جو
ڪوٺ عمر جو ڪيجي سيبٺون
تهنجي ساه سيبايو،

بيدل سائين زندگيءَ جو مقصد سڃاڻڻ، منزل مقصود ماڻڻ ۾ حياتيءَ جي هڪ هڪ گهڙيءَ جو قدر ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي. هو ٻڌائي ٿو ته ”هيءَ حياتي هڪ خزانو آهي، ان جو هڪ هڪ پل قيمتي موتين مثال آهي. تون وڏو شاهوڪار آهين. اهي موتي سائين اجايو وڃائي نه ڇڏ.“

اها حياتي اٿئي خزانو، دم دم تهنجو ڏريگانو،
باور ڪر تون ٿي مردانو، وحدت جو ڪر يار واپار،

اي انسان تون وحدت جو ونجارو ٿي، اهڙي واپار ڪندو وڃ، ته تنهن جو هن جڳ ۾ جيئڻ سڄايو ٿئي:

بيدل ٿيوين، جانڪي جيوين، وحدت جو ونجارو،



بيدل ڇڏ نه هڪڙون تون هرگز، وحدت جو واپار،
سالڪ اٿي هيءَ خيال سڄايو،

هو هڪ حسن پرست ۽ عاشق مزاج انسان هو. هن قاضي پير محمد، ڪرمچند ۽ غلام محمد سان نينهن جو ناتو نڀايو، مجاز واريءَ واٽ تي هلي حقيقت وارو مقام ماڻيو، حضرت عشق سندس رهنمائي ڪئي، تنهن ڪري عشق جي عنايت تي الله تعاليٰ جا شڪرانا ميڃي ٿو. عشق جي ني ڇوڻ تي فقه وارا ڪتاب ڇڏي، رندي رمز پروڙي، منصوري مئي جي مستي حاصل ڪيائين؛ جيئن سچل سائين فرمايو آهي ته:

مست رهي مئخاني اندر منگ وٺي مي مستي،

بيدل فرمائي ٿو:

جيڪي پيتدا مئي منصوري، محب ٿيندا مستانا،
ڪن مطالع معرفت ڪي، فقه پڙهيون فرزانا،

الناويه

رنديءَ رمز پروڙڻ جيڪي، مرد پڇن ميخانا،
عشق عطا ڪيائون ترڪي، بيدل ڪر شڪرانا.

سچل سائين فرمايو آهي:

عشق لڳئي ته ڪر آمين، نا منجهه ڪفر نا منجهه دين.

بيدل عشق جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته عشق امام، محمد ۽ مهدي آهي ۽ دوئي دجال آهي. جيڪي دل ۾ دوئي رکن ٿا سي حقيقت ۾ دجال آهن، فرمائي ٿو:

عشق امام محمد مهدي، دوئي اٿئي دجال.

جيستائين دل ۾ دجال جو ديرو هوندو ته اتي عشق ڪونه ايندو. تنهن ڪري جيستائين دوئي واري دجال جو خاتمو نه ٿيو، تيستائين عشق عطا ٿي نه سگهندو.

بيدل سائين موسيقيءَ جو ماهر هو. سندس سنڌي سرائڪي ڪلام موسيقيءَ جي اصولن موجب چيل آهي. سندن ڪي ڪافيون اتفاق سان عروضي بحرن سان لهڪي اچن ٿيون. پر اسان انهن ڪافين کي غزل ڪونه سڏينداسون. جيئن اسان جي ڪن اديبن سچل سرمست جون اهڙي قسم جون ٻه چار ڪافيون ڏسي پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ سبب انهن کي غزل ڄاڻايو آهي ۽ سچل سرمست کي سنڌي غزل جي شاعرن ۾ شمار ڪيو آهي.

صوفي شاعرن جي ڪافين جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سندن ڪلام ۾ ڪجهه ڪافيون اهڙيون نظر اچن ٿيون، جيڪي عروضي بحر وزن ۾ چيل معلوم ٿين ٿيون، پر انهن کي غزل سڏي نٿو سگهجي. بيدل سائين جي ڪلام ۾ پڻ اهڙيون ڪجهه ڪافيون نظر اچن ٿيون، جيڪي عروضي بحر وزن ۾ پوريون آهن، پر انهن کي فقط ان ڳالهه جي ڪري غزل سڏڻ صحيح نه ٿيندو ۽ نه ئي ان آڌار تي اسان بيدل سائين کي سنڌي غزل جو شاعر سڏينداسون. هتي اهڙي قسم جي ڪافين جا ڪجهه مثال ڏجن ٿا:

معنيٰ وجودي ڪر سڃي، آهين سدا موجود تون،
ڪنهن جي عبادت ٿو ڪرين، ساڳيو آهين معبود تون.
ڪري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سمايا سي،
صفت ۾ پاڻهنجي ذاتيءَ، سوين نالا سڏايا سي،
لاشڪ آهه عاشق کي، دل جو ڪتاب ڪافي،
جنهن ۾ اصول اصلي، لاريب لا خلافي،

# سرائڪي شاعري

بيدل سائين جي سرائڪي شاعري سنڌي شاعريءَ وانگر نهايت خوبصورت ۽ پياري آهي. ان ۾ پڻ تصوف جا نُڪتا سمجهايا ويا آهن. هير جي مضمون کي نمايان حيثيت حاصل آهي. بيدل سائين نه فقط سرائڪي زبان ۾ هير چئي آهي، پر فارسي ۾ پڻ هن اهو ڏکيو قصو مختصر طور منظوم ڪيو آهي:

هڪ سرائڪي ڪافي ۾ قافيي جي تڪرار سان نهايت ئي خوبصورتي پيدا ڪئي اٿائين. فرمائي ٿو:

مين تہ بيراڳڻ ٿيان، ٿيان، ٿيان، ٿيان،
خويش قبيلا ڇوڙ ڪراهڻ، پيش رانجهو دي پيان پيان،
بيوس لڳڙا عشق اسان ڏاں، نال سيلاني سيان سيان.

هڪ ٻيو مثال ملاحظ فرمايو:

ٿڪ تهاريان مين راهان، راهان راهان راهان، وي
پار درياهان رانجهڻ ڄُلدا، عشق ساڏي ڏيان آهان آهان،
درد ماهي دي دلڙي نيتي، وسر ڳيان سڀ راهان راهان.

هُو پنهنجي هڪ سرائڪي ڪافي ۾ طالب کي خود هستي مٽائڻ ۽ وجود وڃائڻ جي هدايت ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪنهن کي اهو مقام حاصل ٿي وڃي تہ ان جو مانُ ۽ مرتبو بلند ٿي وڃي ٿو. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي:

نابُودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو.

پوءِ اهڙي انسان کي پڙهڻ پڙهائڻ جي ڪا ضرورت نہ ٿي رهي. جاڳائڻ تہ طالب دنياوي علم جي ذريعي اهو مقام حاصل ڪري تہ ٿو سگهي. جيڪو اکرن ۾ اڙجي ويو، سو عشق جون اوکيون چاڙهيون چڙهي نہ سگهندو. فرمائي ٿو:

ميڪُ رمز وجود وڃاوڻ دي، نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي
اکران دي وچ جوني اڙيا، عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا
اثباتي دا علم جو پڙهيا، موج انعيۃ سر ساوڻ دي
نال دليل تہ ليسنبي دلبر، عقل نہ اوڏهن تيسني رهبر
سمجهي مار هڪو سوڻي ٻي سر، شاهي طبل وڄاوڻ دي

مٿين ڪافي تہ فقط سنڌ سونهاري ۾، پر ملتان تائين مشهور آهي.

بيدل سائين جو والد سڳورو ميان محمد محسن هڪ صوفي بزرگ هو ۽ جان جا شاهہ

رضوي جو خليفو هو. سندن وڏي معتا ۽ عزت هئي. سندن فرزند بيدل فقير وڏو عالم ۽ بزرگ هو. پر جڏهن عشق سندس دل ۾ گهر ڪيو ته پوءِ ڪيس پيري بزرگيءَ جي پرواهه نه رهي، شاهه لطيف فرمايو آهي:

عقل، مت، شرم، ٿيندي نيڻن نعوڙيا.

بيدل بي اختيار چئي ڏنو ته:

بدنامي دي پڳ تي ڌهتدا، ڦٽ لعنت دا ڦل پيلا
بره بزرگي ماري نيتي، تنهن ڪون آکيم ڇل پيلا
شڪرانا جو لڌا اسان ڦون، شيخي داهل ڇلا پيلا. *

صوفي جي صفت بيان ڪندي پڏائي ٿو ته شيمو، سُني ٿيڻ ته سؤلو آهي، پر صوفي ٿيڻ سؤلو ناهي. ڇاڪاڻ ته سُوفي لاڪُوفي هوندو آهي ۽ هُو پنهنجو سر قربان ڪرڻ ۾ دير نه ٿو ڪري، فرمائي ٿو:

شيعا سني ٿيون سوکا، صوفي ڪون سڏاريڱا.

## شاهه شهيد سان عقيدت ۽ محبت

فقير قادر بخش بيدل انسانيت جو شاعر هو ۽ تاريخ جو ڄاڻو هو. شاهه شهيد سان کين وڏي عقيدت ۽ محبت هئي. اهو سلسلو ڪرسي نامي ۽ قصيدي ۾ بيان ڪيو اٿائون.

فقير قادر بخش بيدل پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن شاهه شهيد جي طريقت وارو سلسلو قلمبند ڪيو. هن هيٺ اهي بند "ڪُرسي ناما" ڏنا وڃن ٿا ته جيئن پڙهندڙن کي بيدل سائين جي شاهه شهيد سان محبت ۽ تاريخي ڄاڻ جو اندازو ٿي سگهي.

يا رب بحرمتِ شه ڪونين مصطفیٰ    يا رب بحرمتِ شه مردان مرتضیٰ
يا رب بحرمتِ شه شهداء ڪربلا    يا رب بحقِ زين عبا صاحبِ علا
يا حرمتِ محمد باقر امام دين    يا حق جعفر و شه ڪاظم علی رضا
يا حق شيخ ڪرخی معروف پاڪ دل    يا حق شيخ سری سقطی شه هدا
يا حرمتِ جنيد ڪه بغداد جای اوست    يا حق شيخ شبلی بوبڪر مقتدا

---

* هيءَ پيري ڪافين بابت ڳالهه پوله ڪندي منهنجي والد صاحب مرحوم تاج محمد بڌاير هو ته اها ڪافي سنه ١٩٣٠ع ڌاري جهر جهنگ مشهور هئي،
ماميءَ علي مراد جي اوطاق تي (ڳوٺ ڄيسن تعلقه سڪند ڄتوڻ) آيو فقير ڏاڏي سرن سان ڳائيندو هو.

با حق شیخ عبدالواحد شه یمن    کو چون سهیل تافته بر چرخ کبریا
با حق رهبر دین عبدالله اکملی    کش بود بتکیه گاه بطرطوس بتبلا
با حق علی محمد یوسف که قریشی است    با حق ابی سعید که پیر است رهنما
با حرمت علو مرتب جنابِ غوث    با حق قطب عبدالرزاق مهتدا
با حق شاه سیدابی نصر محی الدین    با حرمتِ محمد سید بصد غنا
با حرمت آنکه سید موسیٰ است نام او    با حرمت امیر حسن شاه مجتبیٰ
با حق سید احمد جلی وشافعی    با حق بهاؤ الدین شه ارض و سما
با حق شیخ شاهی ملتان مسکنش    با حق شاه عبدالملک اعظم اولیا
با حق عنایت الله صوفي شهید حق    با حق شاه جان محمد شهِ اصفیا
با حق شیخ پاک غلام رسول نام    با حرمت غلام محمد شهِ صفا
با حق شاه عبدالوهاب قادری    ما زاز جمله حلقه بگوشان شان نما

## طریق ثاني

احمد علی و حسن وشه زین عابدین    باقر و امام جعفر و کاظم و علی رضا
معروف کرخ وسری سقطی و جنید شیخ    بوبکر شبلی و عبدالواحد شهِ صفا
عبدالله و محمد یوسف و ابو سعید    غوثِ کریم و عبدالرزاق مهتدا
بونصر وشم محمد موسیٰ وشه حسن    احمد بهاؤالدین شه ارض و سما
زان بعد شیخ شاهی عبدالملک بود    زان پس عنایت الله هادی سوی خدا
جان محمد ست و غلامِ رسول پس    متولیِ حق غلام محمد بصدِ علا

زان بعد کرد عبدالوهاب قادری
ارشاد طالبان بسوی مقصد بقا

با حرمتِ وحید شهید فرنگِ عشق    و حضرتِ عنایت الله سلطان اصفیا
با حق فضل شیخ ابراهیم با کمال    کو خورد باده و جد زمیخانهٔ صفا
با حرمتِ آن شه که سلام الله اسم اوست    با حق عزت الله هادی و مهتدا
با حرمت محمد زاهد کمالِ فیض    با حق رتبلہ شه فضل الله پیشوا
با حرمت محمد صدیق و اصلی    با حق با یزید گل باغ کبریا

---

۱ـ بیاض فقیر محمد محسن بیجکس، مملوڪ سید عبدالحسین شاه موسوي.
۲ـ طریق ثاني ۾ شاه شهید جي طریقت جي سلسلي بیان ڪرڻ کان پوءِ شاه شهید جي اولاد جو ذڪر ڪیو ویو آهي.

[illegible]

هڪ قصيدي ۾ شاهه شهيد جي صفت ۽ ساراهه بيان ڪرڻ کان پوءِ سندن سير سفر جو مختصر احوال ڏنو ويو آهي. وٽن عقيدت مندن جو ميڙو ڏسي ملن جو حسد ڪرڻ ۽ سندن ولايت جو وامُ پري پري تائين پکڙجي وڃڻ، تنهن ڪري بي شمار عقيدتمندن جو وٽن حاضر ٿيڻ، انهن سڀني ڳالهين سبب دشمن سندن خلاف سازش سٽي، فرخ سير کي ڀڙڪايو. شاهه شهيد پنهنجن خليفن کي فرمايو ته: ”هي محبوب حقيقي جو ناز آهي.“

هن بيت انهيءَ قصيدي جو سنڌي ترجمو اختصار سان ڏنو وڃي ٿو.

هُو (شاهه عنايت)اهڙو شاهنشاهه آهي، جنهن جو عرش تي آستانو آهي. هُو عشق جو هماءُ (ڀاڳ ۽ بخت) آهي ۽ سندس رهائش ملائڪن واري عند آهي. هُو مجسم نور آهي. جڏهن کان هن ناسوتي ملڪ ۾ آيو ته لامڪان جي ڳولا شروع ڪيائين. ملتان وڃي اتي سال کن رهيو ۽ اتان جي بزرگن سان روح رچنديون رهاڻيون ڪيائين. پوءِ سندن ارشاد موجب دکن ويو ۽ بعد ۾ برهان پور ويو. اتي شاهه عبدالملڪ سان ملاقات ڪيائين اتان کين ڳجها راز معلوم ٿيا ۽ ولايت جي وڏي درجي تي پهتا. موڪلائڻ مهل مرشد کين هڪ ترار ڏني ۽ چيائينس ته: ”هيءَ آزمائش مهل توکي ڪم ايندي ۽ وڏي درجي تي پهچائيندي، ايڏو وڏو درجو جنهن تي عارف رس ڪندا. مصيبت صبر سان سهي وڃجانءِ.“

شاهه دکن کان دهلي آيو، جتي ڪيترائي عيڻ سندن مريد ٿيا ۽ کانئن فيض حاصل ڪيائون. پوءِ خراسان ويو ۽ اتان کان پنهنجي وطن وريو. هزارين سندن مريد ٿيا. اهو ڏسي ملن کي مٺيان لڳي ۽ سندن دشمن ٿي پيا. ماڻهن جي وٽن گهڻي اچ وڃ ڏسي ملن کين جادوگر سڏيو. جيئن پيغمبرن کي مخالف اهو لقب ڏيندا هئا. ان وقت سنڌ جو حاڪم عباسي (ڪلهوڙو) هو. جنهن کي گهڻي ڪاوڙ آئي ۽ هن دهلي وارن ڏني ۽ فرخ سير کي سندن خلاف ڀڙڪايو. هن دهلي جي حاڪم کي ٻڌايو ته شاهه عنايت فقيرن جي فوج گڏ ڪري رهيو آهي ۽ هڪ ڏينهن ملڪ تي قبضو ڪري وٺندو. پوءِ فرخ سير فسادين جي چڱي مرس ڪلهوڙن کي هڪ وڏو لشڪر ڏنو ته جيئن هُو شاهه ۽ سندن مريدن جو خاتمو ڪري ڇڏي.

نيٺ شاهه عنايت ۽ سندن مريدن خادمن تي حملو ڪيو ويو. هڪ شمر جهڙي شخص شاهه عنايت تي ٻه ٽي وار ڪيا، پر انهن جو ڪو خاص اثر نه ٿيو. پوءِ شاهه عنايت قاتل کي پنهنجي ترار ڏئي چيو ته: ”اچي هيءَ ترار وٺ.“ انهي ترار سان کين شهيد ڪيو ويو. سندن سر مبارڪ لنڊي آندو ويو. بعد ۾ دهلي نيو ويو. جڏهن بيادل فرخ سير شاهه جو سر ڏٺو ته ڏاڍو خوش ٿيو. ان کان پوءِ سر مبارڪ نيزي تي رکيو ويو. اهو منظر جنهن

’اسريٰ بعبده‘ جو هُوبهو تفسير هو. ان ڪان پوءِ سندن سر مبارڪ عزت ۽ ڪرامت سان سنڌ پهتو. جڏهن سندن سر ميران پور پهتو ته پنهنجي ڌڙ سان ملي هڪ ٿي ويو. تنهن ۾ ماتم مچي ويو. ڪيڻ ميران پور جنت واري ٻوءِ ۾ دفن ڪيو ويو.

## شاهه لطيف سان عقيدت:

بيدل جي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي سان عقيدت هئي. هن شاهه سائين جي ڪلام جو گهرو مطالعو ڪيو هو. ان جو ثبوت سندن ڪتاب ’پنج گنج‘ مان ملي ٿو. ان ڪان علاوه سندن بيتن ۽ ڪافين ۾ ڪن هنڌن تي شاهه جي شاعريءَ جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. شاهه سائين فرمايو آهي:

مري جيءُ ته ماڻئين، سياڻ جو جمال،
ٿئين هوند حلال، جي پند اهائي پارئين.

بيدل سائين ساڳيو خيال هن ريت بيان ڪيو آهي:

مرڻون اڳي جي مرين ته باقي رهي ذات،
هميش حيات، مرد نه مرن ڪڏهين.

هُو ’لطيفي لات‘ جو عاشق آهي. ان جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

سڀاڻون سنگ ڪي لطيفي ڪئي لات،
سڀ سي پاسي ٿيا، پاڻ ڪنان پرڀات،
مرڪيو مقالات، پورا ڪن پوربه ڏي.

ڪٿي ڪٿي شاهه لطيف رانگر ڪي لفظ عام اچار موجب استعمال ڪري ٿو. جيئن شاهه سائين ’بغير‘ لفظ جي جاءِ تي عام اچار ’بگر‘ آندو آهي:

ڪرهي ڪميڻيءَ جو ’بگر‘ تو بلو.

ساڳيءَ ريت بيدل ڪن هنڌن تي عام اچار موجب لفظ استعمال ڪيا آهن. مثال لاءِ هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

مڙوني محبوب آ، ترجو تائهن تفات،
ڪل شيءِ هُو الله، صاحب پاڻون پات،
اچي ٿيو اثبات، جاڏي ڪاڏي سپرين.

ان کان علاوه پنهنجي ٻين ڪتابن ”تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب“ ۽ ”سند الموحدين“ ۾ ڪنهن ڳالهه کي مستند بڻائڻ لاءِ قرآن مجيد جون آيتون، حديثون، مولانا رومي ۽ جامي، حافظ سعدي ۽ ٻين سنڌي ۽ فارسي زبان جي صوفي شاعرن جي شعرن جا حوالا

گڏوگڏ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جا بيت پڻ ڏنا اٿائين. ان مان شاه لطيف جي ڪلام جي اهميت ۽ بيدل سائين جي شاه صاحب سان عقيدت جو اظهار نمايان نظر اچي ٿو.

## سچل سرمست سان عقيدت

فقير قادر بخش بيدل جي حضرت سچل سرمست سان ملاقات ٿي يا نه ٿي، اهي ڳالهيون قياس جي آڌار تي چئي سگهجن ٿيون. باقي هيءَ هڪ حقيقت آهي ته بيدل سائين کي سچل سرمست سان عقيدت هئي. ان ڳالهه جو چٽو ثبوت بيدل سائين جي اها ڪافي آهي، جيڪا هن سچل سرمست جي رحلت تي چئي هئي جنهن جو آخري شعر آهي:

ڪريدارن جي ڪلڪ ۾ مرد منصبدار هو،
در ٿنهين داتا جي بيدل پرت جو پيدار هو.

ان کان علاوه سچل سائين جي وفات تي جيڪو تاريخي قطعو چيائين، ان مان پڻ سندس عقيدت جو اظهار ٿئي ٿو. بيدل سچل سائين جي ڪلام کان گهڻو متاثر آهي، اهائي رندي ۽ بيباڪي سندن ڪلام ۾ نظر اچي ٿي. ان کان علاوه ڪن ڪافين ۾ ساڳيو سچل وارو مضمون آندو اٿائين. جنهن جا مثال موسوي مرحوم پنهنجي مقدمي جي ص-٥٩ ۽ ص-٦٠ تي ڏنا آهن. ڪين سچل ۽ سندن ديس دراز سان دلي لڳاءُ هو. ڪنهن نه ڪنهن طرح ڪين ياد ڪندو رهيو. هڪ ڪافيءَ ۾ فرمائي ٿو:

ڪڏهن منجهه قصور ٿي ظاهر، سوزئون سيس ڪٽايان
ڪڏهن وچ درازن رهي، دردئون دود دکايان

سچل سائين جي هڪ ڪافيءَ جو تلفظ آهي:

حق انا الحق ٿي چيو، پر منجهه نظر منصور هو،
منجهه شريعت شرڪ چون، منجهه معرفت منظور هو.

بيدل سائين کي اهو شعر اهڙو ته وڻي ويو جو ان جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيائين، فرمائي ٿو:

حق انا الحق گفت ليکن در نظر منصور بود،
در شريعت شرڪ دانند، معرفت منظور بود.

پنهنجي ڪتاب ”سند الموحدين“ ۾ سچل سائين جو ڪلام سند طور ڏنو اٿائين. ان کان علاوه بين درازي درويش پير عبدالحق ۽ قبول محمد کي پڻ ياد ڪيو اٿائين.

پنهنجيم

# فارسي شاعري

فقير قادر بخش بيدل نه فقط سنڌي، سرائڪي اردو زبانن جو اعليٰ شاعر آهي، پر هن عربي ۾ پڻ شعر چيو آهي. سنڌي سرائڪي کان سواءِ فارسي زبان ۾ سندن ڪلام وڏي اهميت رکي ٿو. افسوس جو بنده راقم کي سندن معمورو فارسي ڪلام هٿ اچي نه سگھيو، تنهن ڪري ان جو ڀرپور جائزو پيش ڪرڻ ممڪن نه آهي. منهنجي آڏو "ديوان مصباح الطريقة" "مثنوي نهر البحر" ۽ "ديوان سلوڪ الطالبين" آهن.

"ديوان مصباح الطريقة" جو نسخو قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد جو لکيل آهي ۽ ڪتابت جو سن آهي، ١٣١٠ھ مطابق ١٨٩٣ع جيڪو هن منشي سلامت راءِ جي مطالعي لاءِ لکيو. ديوان جو پهريون غزل حمديه آهي، ان جي مطلع ۾ حق تعاليٰ کي التجا ڪري ٿو ته منهنجي روح کي مطلع انوار وحدت بڻائي، ڪثرت جي ظلمتن کان نجات ڏياريو. فرمائي ٿو:

الهي مطلع انوار وحدت ساز جانم را

زظلمتهاي ڪثرت رستگاري ده روانم را

ساڳئي غزل جي مقطع ۾ دعا گھري ٿو ته "اي منهنجا موليٰ هن غمگين بيدل کي عشق عطا ڪر ته جيئن دنيا جي جهڳڙن کان جلد آزاد ٿي وڃي."

عطاي وجد وحالت ڪن به بيدل خاطر افسرده،

ڪه تا عشقت ڪند محو هويت اين و آنم را،

هڪ نعتيه غزل جي مطلع ۾ حضور پُر نور حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن سان عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪندي فرمائي ٿو:

اي مراڪحلِ بصارت خاڪِ ايوانِ شما،

از ازل جان ودلم مرهونِ احسانِ شما،

ساڳئي غزل جي هڪ ٻئي شعر ۾ فرمائين ٿا ته: اي الله جا حبيب جيستائين قضا جي هٿون منهنجو گريبان چاڪ نه ٿو ٿئي، تيستائين توهان جو دامن هٿان نه ڇڏيندس.

تاگريبانم نه گردد چاڪ ازدستِ قضا،

ڪي ڪشم دست اي حبيب الله زدامانِ شما،

بيدل هڪ سچو صوفي هو ۽ وجداني ڪيفيت لاءِ راڳ رهاڻ لازمي آهي. بغير ساز سرود جي محفل ۾ ڪهڙو مزو ايندو.

بيا مطرب نواي زن به حالت آورستان را،

توهم ساقي، جدا از جام مي مگذار مستان را،

بغير از غلغلِ چنگ ني ودف، قلقلِ مينا،

نه باشد رونقِ بزمِ طرب زينهار مستان را،

سندس هيٺيون شعر سندس عشق الاهي جو مظهر آهي، فرمائي ٿو:

محوِ مطلق راکجا لرزد زملک الموت دل،

کاربا حلاجّ نبود پنبهٔ محلوج را،

بيدل هڪ سچو عاشق هو ۽ وحدت واري منځاني مان پُر پيالا پي، رندي رازن کان واقف ٿيو. انهوني سبب آهي جو دعويٰ ڪندي فرمائي ٿو:

سرمست بيخودانه عاشق منم منم،

سرخوش زجام وحدت مطلق منم منم،

گشتم زجام حالت منصور باده نوش،

واقف رموز خفيه انا الحق منم منم،

منصوري مام جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته: آءٌ انا الحق ڪو نه ٿو چوان، پر اهو نعرو ته اُهو محبوب پاڻ هڻي ٿو. شمس تبريز ته "قم باذني" ڪو نه چيو هو، اهو ته مٺي محبوب پاڻ چيو هو. ٻنهي جهانن جي سردار مدني مختار فرمايو آهي ته: انا احمد بلا ميم آهي راز ۽ رمزون سڀ ڪو سمجهي نه ٿو سگهي. ان لاءِ جيستائين پنهنجي هستي کي فنا ڪري نيستي ۾ نه اچبو، تيستائين اهي راز سمجهي نه سگهبا. شاهه لطيف فرمايو آهي:

نامُرادي نِجهرو، عدم اوتارون

هيٺ بيدل جي غزل جا ڪجهه شعر ملاحظه فرمايو.

من "انا الحق" ني زنم اي يار بلکه ظاهر شد ازلبِ دلدار،

يار منصور رابهانه بساخت ورنه خود ساخت گوهرِ اسرار.

"قُم باذني" کلام شمس نبود شد زمعشوق اين سخن اظهار.

گفت "انا احمدُ بلاميم" خواجه لولاک سيدالابرار.

بندهٔ نيستي ببين خودرا فرش بگذار پا بعرش بدار.

## مثنوي نهرالبحر

هيءَ مثنوي مولانا روم واري مثنوي جي تتبع تي چيل آهي. مثنوي جي شروعات هيٺين شعرسان ٿئي ٿي:

بشنوازني نغمهٔ سرِّ الست،

تا چه مي گويد ازان عهدِ دست.

اڳتي هلي مثنوي جي تعريف ڪندي لکيو اٿن:

نغز بحراست اين بيانِ معنوي،
بحرِ مواج است اصلش مثنوي.
مثنويءِ معنوي بحرِ رشد،
فکر من زان بحر نغري مي کشد،
مثنوي شد مخزن اسرارها،
مثنوي شد مطلعِ انوارها،
مثنوي معراجِ روحِ اولياست،
مثنوي اسرارِ ذاتِ کبرياست.
مثنوي علم اليقين راماية است،
در معارج قدس عالي پايه است.
مثنوي آئينهءِ عين اليقين ست،
مثنوي گنجينهٔ حق اليقين ست.
مصرعِ اومطلعِ ديوان هوست،
دفترِ او کنزِ رمزِ وحده ست.

هيءَ مثنوي مولانا روم جي مثنويءَ جي مختصر شرح آهي. ايران جي شاعرن مثنوي معنوي جون شرحون گهڻو ڪري نثر ۾ لکيون آهن، پر سنڌ جي هن عالم ۽ صوفي شاعر مثنوي جو ايترو گهرو مطالعو ڪيو هو، جو هن ان جو روح، معنيٰ ۽ مفهوم مختصر نوني منظوم ڪيو. هن مثنوي ۾ ڪٿي ڪٿي عربي زبان ۾ شعر ڏنل آهن جن مان سندس عربي داني جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هن مثنوي ۾ قرآن پاڪ جي ڪن آيتن جو منظوم تفسير آهي، جيڪو صوفيائي رنگ ۾ نظر ايندو. پنهنجي ڳالهه کي وزندار بڻائڻ لاءِ حديثون، بزرگن جا قول ۽ فارسي شعر ڏنا اٿائين. ڪٿي ورري مناجات ۾ دعائون گهري ٿو. نموني خاطر ڪجهه مناجات جاڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا:

قادرا جانِ جهاني جانِ جان،
سرِّ خفيه جان بکن برمن عيان.
جان جاني جلوه ده جا نرا بمن،
بردلم مکشوف کن سرِّ لدن،

الخ

ده مرا آگاهي از اسرارِ روح،
افتح بابًا علينا يا فتوح.

هڪ هنڌ سلطان العارفين حضرت بايزيد بسطامي جي هڪ نصيحت بيان ڪندي فرمائين ٿا ته جيسين ناڻگ پنهنجي کل لٿي ڪري، ان کان ڌار ٿي وڃي ٿو، تيئن سالڪ پنهنجي وجود کان جدا ٿي وڃي ٿو.

با يزيد از سرِ اسرارِ عجيب     کرد آگاهت شنواي بوالعجب،
کزتن خود زامان چنان رفتم بدر     ڪ زجلدِ خويش مارِ حيله گر.
پس يقين گشته مرابرد علن     ڪه منم ذاتِ خدا بي ماومن،
جهد کن اي طالبِ عين اليقين     تابراي از شکوکِ آن واين.
چون شک ازتو رفت اي سالک طريق     باش در بحرِ يقين بي شک غريق،

هن مثنوي ۾ ڪيترين ئي دلچسپ ۽ سبق آموز حڪايتون ڏنيون ويون آهن جيڪي وڏي معني رکن ٿيون. هيءَ مثنوي ظاهر ۾ ته مختصر آهي پر حقيقت ۾ اها معني جو معراج آهي. انهو بيدل سائين جو ڪمال آهي جو درياهه ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿائين. هتي نموني خاطر صرف هڪ ننڍڙي حڪايت ڏني وڃي ٿي. اها ڳالهه ڪجهه هن ريت آهي ته هڪ پيري حضرت ابراهيم خليل الله جي امڙ سڳوري پنهنجي پٽڙي کي غار مان ڪڍي نمرود جي دربار ۾ وٺي آئي. چيائين ته: پٽ هي خدا آهي. حضرت ابراهيم ڏٺو ته نمرود نهايت بدصورت هو. پر سندس نوڪر چاڪر تمام سهڻا هئا. پنهنجي ماءُ کي چيائين ته! "اي امڙ هي ڇا آهي"؟ هيءُ پاڻ ته بدکان بدصورت آهي، پر سندس ٻانها خوبصورت آهن! هيءُ خدا ٿي نٿو سگهي، جنهن کان سندس ٻانها وڌيڪ خوبصورت هجن. هن مثنوي ۾ ڪل 11 شعر آهن، انهن مان ڪجهه نموني طور پيش ڪجن ٿا:

چون خليلي را ز غار آن مادرش     کرد بيرون شد بکافرِ رهبرش،
سوي نمرودش ببرد آن پيرِ زال     گفت کين ربّ است باعزو جلال.
ديد ابراهيم اورا زشت رو     پيش او خدام چون گل حسن بُو.
آن غلامان هريکي چون مهروماه     مالک آنها بدترين صورت سياه.
گفت اي مادر عجب تر حکمت است     کين خدائي ثان ڪ اقبح صورت است.
بندگانِ خويش را نيکو ترين     ازتنِ خود آفريد اين ڪم بين!
اين خدا نبود کزوبد صورتي     بندهٔ اوجي برد حد سبقتي.

شڪلِ معبود است چون ديگِ سياه
روي بنده روشني ده مهروماه،
زين چنين معبود زوتر در گريز
تانباشي روسيه در رستخيز.

ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ لکي ٿو:
مانده بود اين نظم سابق ناتمام،
گشته ساعي آن رفيقِ ذوالڪرام.
نظم ميلِ خاطرِ والاي او،
شد تمامي نظم با جعفرِ نڪو.
نوزده رجب بسالِ خوش تبار،
يک هزارو دو صدو شصت وچهار.
نظم بحرش نام ڪردم اي فلان،
بحرِ معني مثنوي زين نظم آن.

تمت هذه النسخة المسماة بنظم البحر بتحرير تاريخ دهم ربيع الاول ١٣١١هه مطابق ١٨٩٣ع براي تفريح طبع محبت افزائي منشي سلامت راءِ زاده الله شوقه از يد خادم الفقراء قاضي غلام مهدي ماستر رهڙڪي اتمام و صورت ارقام پذيرفت.

# ديوان سلوڪ الطالبين

هن ديوان ۾ ٤٠ غزل آهن. هيءُ مڪمل ديوان، صنعت لزوم مالايلزم تي ٻڌل آهي، مثلاً رديف الف آهي ته ان رديف واري غزل جي هر شعر جي شروعات الف سان ٿيندي. هن صنعت تي ٻئي ڪنهن شاعر جو مڪمل فارسي ديوان راقم جي نظر مان ڪونه گذريو آهي. فقط سنڌي زبان ۾ هڪ ديوان موجود آهي، جيڪو فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو لکيل آهي. تارڪ فقير بيدل جي ديوان ”سلوڪ الطالبين“ کان متاثر ٿي ”جلوس

التارڪين" نالي ديوان تيار ڪيو. ان ديوان مان "ي" رديف وارو هڪ شعر نموني طور پيش ڪجي ٿو:

يثرب ۽ بطحا ڪعبو ڪان پيو دڪڻ دل ۾ رياء
پارسا هيءَ پارسائي تو ڪان ٿيي، موت ڪان نه ٿيي.

بيدل جي هن ديوان ۾ عشق و محبت سان گڏوگڏ سلوڪ ۽ تصوف جي تعليم پڻ ڏني وئي آهي. محبوب جي ڳلن ۽ وارن جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

تلالؤ جلوه ذاتي ست رخسار پر انوارت،
سوادِ ليلة القدر ست گيسوي معطربارت،

هڪ ٻئي شعر ۾ فرمائي ٿو:

آفتاب وماهِ را باهم نه بيند هيچڪس،
شب بروز آميخت زلف و عارض جانانِ ما،

هڪ غزل ۾ بهار جي آمد جو ذڪر ڪندي تمام خوبصورت نظارو چٽيو اٿس. حسن جي ڳالهه آهي ته حسين نظارن جو به ذڪر آهي، ته ان سان گڏوگڏ تصوف جي تعليم به آهي. انهيءَ "ن" رديف واري غزل مان ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

نو بهار آمدهمي خندد چمن،
از رخِ شادي گل و سرو وسمن،
نزهتِ چندان گرفت ازوي جهان،
مي نگنجد يوسف اندر پيرهن.
نڪهتِ عنبر فشان بادِ صبح،
نافها آورد ازمشڪِ ختن،
نقش لعل گلرخان شيرين مقال،
ميڪند مستفتي ازلعلِ يمن.
نالهء ما زلفِ معنبر مهوشان،
عطر ريزي مي ڪند درانجمن.
نالهاي بلبلانِ بيدل گو،
مرده را بخشد تحرڪ دركفن.
تڪرمِ دانش فرامش ڪن هلا،

یادگیر اي طالب اسرارِ لدن۔

آخر ۾ سندن هڪ غزل جا ڪجھ شعر پيش ڪجن ٿا، جنهن ۾ انسان کي پنهنجو شرف ۽ شان سڃاڻي پنهنجو اصلي ماڳ ماڻڻ جي هدايت ڪري ٿو:

زمين گذار سوئي آسمان بکن پرواز،
ز آسمان بسوي لامکان بکن پرواز۔
زعرش اعظم بالاست آشيانہ تو
قفس شکن بسوي آشيان بکن پرواز۔
زيان ست در قفس جسم مبتلا بودن،
ببالِ شوق زقيدِ زيان بکن پرواز۔
زدستِ پيرِ مُغان نوش ساغرِ وحدت،
بزور نشہ سوي بي نشان بکن پرواز۔
زمان زمان مشواين قيد طبع را محبوس،
بسوي عهدِ ازل هر زمان بکن پرواز۔
زبون مباش درين دارو گير جسماني،
بسوي مجمعِ روحانيان بکن پرواز۔
زمرّدين قفس ست اين فلک هلا طالب،
تو بي سر و پاسوي جنان بکن پرواز۔

بيدل سائين هڪ سچو عاشق ۽ صوفي درويش هو، ڪين تصوف جي وڏي ڄاڻ هئي، سندن شاعريءَ جو مک مضمون تصوف ئي آهي۔ ايتريقدر جو جيڪي خطبا چيا اٿن، تن ۾ پڻ تصوف جا ڪي راز ۽ رمزون سمجھايون اٿن۔ مثلاً سندن هڪ خطبي جو عنوان ئي آهي: "خطبہ الجمعة في الوحدت"۔

ٻيو هڪ خطبو مثنوي متعلق لکيو اٿائين، ان جو عنوان آهي، "خطبة الجمعة في المثنوي"

هڪ خطبي ۾ ڪجھ شعر آڻي پنهنجي جهانن جي سردار جي صفت ۽ ساراه بيان ڪندي اٿائين فرمائين ٿا:

اي طالبان ز وصفِ جمالِ محمدي، حاصل ڪنيد سر جمالِ محمدي،
رنگي است بوالعجب کہ ببرنگ رہ نمود، آئينہ بي مثال مثالِ محمدي؛
برهم زنيد نقوش خيالات ماسوئ، تقويم حسن نقش خيال محمدي،
از خويش دست شستہ رمي غوطہ زنيد، درقلزم حقيقت حالِ محمدي۔

بانيتائيم

باشوق بي حساب تولاي بيشمار، مطوا علي محمدِ وآلِ محمديءِ

بيدل جي فارسي شاعري جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو سورهين ۽ سترهين صدي عيسوي ۾ هندوستان ۾ موجود ايراني شاعرن غزالي مشهدي (متوفي ١٥٧٢ع) عرفي شيرازي (متوفي ١٥٨٨ع) نظيري نيشاپوري (متوفي ١٦١٣ع) طالب آملي (متوفي١٦٢٧ع) قدسي مشهدي (متوفي ١٦٤٦ع) ۽ ڪليم ڪاشاني (متوفي ١٦٥١ع) ۽ ٻين جي ڪلام جي شستگي، شيرين بياني، ۽ سلاست ۽ رواني کان متاثر آهي. ان کان علاوه احمد جام (متوفي ٥٣٦هه ) ۽ ٻين نامور صوفي شاعرن حضرت امير خسرو (متوفي ١٣٢٤ع) ۽ مرزا عبدالقادر بيدل عظيم آبادي (متوفي ١٧٢٠ع) جي عارفاڻي ڪلام کان پڻ متاثر نظر اچي ٿو. قديم شاعرن ۾ شيخ سعدي (متوفي ١٢٩١ع يا ١٢٩٤ع) حافظ شيرازي (متوفي ١٣٨٩ع) مولانا فخرالدين عراقي متوفي ١٢٨٩ع) ۽ مولانا نورالدين عبدالرحمان جامي (متوفي ١٤٩٢ع) بعضن بزرگن جي ڪلام مان فيض حاصل ڪيو آهي.

پنهنجي مهربان ۽ نوجوان دوست سيد عبدالحسين شاه موسوي جا ٿورا جنهن بيدل سائين بابت مواد مهيا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

پياري دوست ميمون خان مرز بلوچ جي مهرباني جنهن گهربل تصويرون ترت موڪلي ڏنيون.

**ڊاڪٽر نوازعلي شوق**

# پيش لفظ

هن ماديت جي زماني ۾ ڪنهن کي ٻه روزگار جي ڳڻتين کان نه آهي فرصت، نه فراغت، ۽ نه وري دنيا جي اندوه کان ڪو آجوئي نظر اچي ٿو. ويتر سنڌي ۽ انگريزي تمدن جي تصادم، اسان کي نيم سنڌي ۽ نيم انگريزي بنائي ”آڌا اِهر آڌا اُڌهر“ ڪري، سخن فهميءَ جو صحيح مذاق بگاڙي ڇڏيو آهي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته سنڌي ڪتابن جي کپت به شامل حال رهي آهي، پر جيڪڏهن اسان ۾ پنهنجي شعر ۽ سخن جي سمجهڻ جو ذوق هجي ها ته شايد اها ڪمي نظر نه اچي ها.

سنڌ سرڪار جنهن همت ۽ فراخدليءَ سان ادبي ڪتابن جي پيدا ڪرڻ ۽ ڇپائڻ جو نيڪ قدم کنيو آهي، تنهن مان اندازو لڳائجي ٿو ته ٿوري وقت اندر چڱا معياري ڪتاب شايع ٿي ويندا.

هن وقت تائين جيڪو ”بيدل“ جو ڇپيل ڪلام منهنجي نظر مان گذريو آهي، سو آهي ”وحدت نامه“، مسٽر هرجاڻي، ”ديوان بيدل“ حصه اول، مسٽر هرجاڻي ۽ ”بيدل جو سنڌي ڪلام“ مسٽر راجپال. مسٽر هرجاڻيءَ واري نسخي ۾ ڪجهه ڪافيون راڳڻين موجب ڏنيون ويون آهن، ۽ هر هڪ راڳڻيءَ جون سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون گڏ ڏنل آهن. پر، مسٽر راجپال واري نسخي ۾ ڪا رٿا ڪانهي. مون سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام علحده علحده ڏنو آهي. ازانسواءِ، ڪافين کي رديف وار ترتيب ڏني وئي آهي، ته جيئن ڪافي ڳولڻ ۾ سولائي ٿئي. مسٽر راجپال واري نسخي لاءِ جيتوڻيڪ چيو وڃي ٿو ته منجهس سمورو سنڌي ڪلام آهي، تاهم به قارئين ڪرام کي معلوم ٿيندو ته منجهس ڪيترين ڪافيون ۽ بيت ڪٽيل آهن، جي هن نسخي ۾ پيش ڪيا ويا آهن. ازانسواءِ سرائڪي ڪلام، جو به دستياب ٿي سگهيو آهي، سو سمورو ڏنو ويو آهي، ڇو ته ان وقت ٽالپرن جي حڪومت سبب سنڌ ۾ سرائڪي زبان گهڻي قدر رائج

هئي، تنهنڪري ”ديوان بيدل“ مان سرائڪي ڪلام ڪڍي ڇڏڻ سراسر نا انصافي ٿيندي.

”بيدل“ اردو، فارسي ۽ عربيءَ ۾ به طبع آزمائي ڪئي آهي. هرهڪ مان ٿورو ڪلام نموني طور ڏنو ويو آهي.

”بيدل“ فقط شاعر نه هو، پر عالم ۽ نثرنويس به هو. جن ڪتابن ۾ سنڌ جي شاعرن جا بيت ڏنا اٿس، تن مان نموني طور ٽڪرا ڏنا ويا آهن. سنڌ ۾ تمام ٿورا شاعر ٿي گذريا آهن، جن کي تاريخن لکڻ ۾ مهارت حاصل هئي. ”بيدل“ انهن مان هڪ هو، هن شوق ۽ خوش اعتقاديءَ کان امامن، ولين ۽ بزرگن جي وصال جون تاريخون لکيون آهن، جن مان چند نموني طور ڏنيون ويون آهن. اميد ته ارباب علم محظوظ ٿيندا.

”بيدل“ جي ڪلام گڏ ڪرڻ خاطر جتي جتي وڃڻو پيو ۽ ان ۾ جيڪي تڪليفون درپيش آيون، تن جو ذڪر اجايو ٿيندو، پر ايتري لکڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان ته جيڪڏهن مربيم سيد عطاحسين شاهه صاحب موسوي، وقت بوقت همت افزائي نه ڪندو اچي ها ته شايد هي ڪم پايه تڪميل تي ڪڏهن به پهچي نه سگهي ها.

مان انهن صاحبن جو شڪر گذار آهيان، جن پنهنجا قلمي نسخا، بياض ۽ ڇپيا ڪتاب مون کي پڙهڻ ۽ پيش لاءِ ڏنا.

مان مسٽر محمد حسين، ساڪن لاڙڪاڻو، مسٽر واحد بخش، ساڪن شڪارپور، ۽ مسٽر علي محمد مهر، ساڪن شڪارپور جو به ٿورائتو آهيان، جن پنهنجو قيمتي وقت ڏئي، هنن نسخن جي پيش ۽ لکڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

پڇاڙيءَ جو هي ٻڌائڻ بلڪل ضروري سمجهان ٿو ته ”بيدل“ کي سمجهڻ ۽ صحيح نموني ۾ پيش ڪرڻ لاءِ مفڪر جو دماغ، شاعر جي دل ۽ مصور جو قلم گهرجي، جي ٽيئي مون وٽ نه آهن. منهنجو هن ڪم ۾ هٿ وجهڻ پنهنجي وٽ کان ٻاهر وڃڻ هو، پر شعر جي فطرتي ذوق جي ذري مجبور ڪيو. خدا ڪري ته هيءَ محنت سائبه پوي!

روهڙي

١ـ آڪٽوبر ١٩٥٣ع

— عبدالحسين موسوي

# ٻئي ڇاپي جو ديباچو

سن ١٩٥٤ع ۾، ”ديوان بيدل“ جو پهريون ڇاپو خير سان پڌرو ٿيو. ڪتاب شايع ٿيڻ کان پوءِ ادب نواز حضرات ڪجهه خط وڪتابت جي ذريعي، ۽ ڪجهه روبرو حوصله افزا لفظن سان ٻيا پسندي ڏيکاري، تنهن جو صحيح نموني شڪريو بجا آڻڻ منهنجي قلم جي وس کان ٻاهر آهي.

سن ١٩٥٥ع ۾، فقير ”بيڪس“ جي دستخط ”ديوان بيدل“، جي نسخي جي خبر پئي، جو خريد ڪري پاڻ وٽ محفوظ رکيو ويو ته ٻئي ڇاپي وقت ساڻس ڀيٽي ڇپٽو ڏبو. اها خبر جناب سيڪريٽري صاحب، سنڌي ادبي بورڊ کي ڪئي ويئي، جنهن پڻ انهيءَ خيال جي تائيد ڪئي ۽ مون کي وقت اچڻ تي ڪتاب ڀيٽڻ لاءِ ڏياري موڪليو. قلمي نسخي سان ڀيٽ ڪندي مختلف پڙهڻين کان سواءِ فقط هڪ ڪافي ڪم نظر آئي، جا درج ڪئي ويئي آهي. پهرين ڇاپي جي ضميمي ۾ ڇپيل ڪافيون مناسب هنڌن تي ڏنيون ويون آهن. ازانسواءِ، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ پڙهندڙن جي سولائيءَ لاءِ ڪافين جي ٿلهن جي مڪمل فهرست ڏني ويئي آهي، جنهن جي وسيلي گهربل ڪافي، جنهن جو فقط ٿلهه ايندو هجي، سا بنا ڪنهن تڪليف جي لهي سگهبي.

ڪجهه وقت ٿيو ته فقير ”بيدل“ جي دور جي، روهڙي شهر جي هڪ نظاري جي تصوير، منهنجي هڪ عزيز دوست جي معرفت ملي، جا شڪريي سان قبول ڪئي ويئي. منجهس آبستان ۽ نخلستان ته البت ظاهر آهن، پر تصوير آخر تصوير! منجهس گويائي ڪٿي جو شهر جي رونق ۽ حسين مهجبين ۽ نازنين جي حسن ۽ ناز جو بيان ڪري سگهي، يا فقير صاحب جي جذبات ۽ تصورات جي ترجماني ڪري سگهي! بهرحال، اهل ذوق ۽ ارباب بصيرت لاءِ مناسب هنڌ تي ڏني ويئي آهي.*

مؤلف

*(اها تصوير اِيڏي ته پراڻي ٿي وئي آهي جو هيءَ ٽين ڇاپي ۾ ڇپجڻ جي لائق نه آهي ـ اداره)

# بيدل جي وڏن جو احوال ۽ ولادت

"ذات نہ آهي ذات تي، جو ورهي سو لهي".

جهان جو ڪارخانو عبرت خانو آهي، ڪوبہ هڪ حالت ۾ هميشہ نہ آهي، انسان ويچارو ڪڏهن پري، ۽ ڪڏهن پاڪر ۾. ڀلا ڇو نہ ٿئي! جهان جي معنيٰ ئي آهي ٻيا ڏيندڙ. پيو ٿيا ڏيارين، طرحين طرحين رنگ ۽ قسمين قسمين ڍنگ ڏيکاري! ڪنهن بہ خاندان تي نظر ڊوڙائبي تہ معلوم ٿيندو تہ نہ هو اصل کان غريب هو، نہ شاهوڪار. هرڪو خاندان ڪنهن نہ ڪنهن فرد جي همت سان اوج تي اچي ٿو ۽ ڌاري پنهنجي ئي روش جي ڪري پستيءَ ۾ اچي ٿو. غريبي يا شاهوڪاري ڪنهن جو ورثو ڪونهي، جنهن تي فلاڻا يا فلاڻا خاندان نازان هجن. چرخ جو چرخو نار جي لوٽيڻ واڱر پيو هر وقت هلي؛ ڪڏهن خالي تہ ڪڏهن ڀريل. انهيءَ ڪري پنهنجي ڌن دولت ۽ حسب نسب تي فخر ڪرڻ اجايو آهي.

چون ۾ اچي ٿو تہ حضرت بيدل جي زماني ۾ روهڙيءَ ۾ ٺٺرن جو ڪڙڙو رهندو هو. فقير صاحب جا وڏا ٺٺر جي ڪڙيءَ اُٺن جو ۽ ڀاٽولڪو ڌنڌو ڪندا هئا ۽ ڌنڌي ڪري ڀاٽولي سڏبا هئا. ڌنڌو اوچ نيچ ذات تي ٻاڌل ڦيري جهڙي ٿي، تنهنڪري سندن بنياد جي صحيح خبر پئجي نٿي سگهي تہ ڪير هئا.

فقير صاحب جو والد مياں محمد محسن درويش هو. قادري طريقي ۾ ڄڻ تہ وارو بزرگ شاهہ عنايت جي هڪ شاخ کان دست بيعت ٿيو هو. شاهہ عنايت ولايت جو صاحب هو، جنهن جا هزارين مريد هئا ۽ جا بجا پکڙيل هئا. چاليھ خليفا عنايت جي فيض جا صاحب هئا؛ انهن ۾ بہ چوڏهن تہ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. انهيءَ گروهہ جو بہ سٺو گروهہ مير جان محمد شاهہ رضوي روهڙيءَ جو ساڪن هو. شاهہ صاحب پنهنجي ڪوٽ ۾ رهندو هو، جو اڄ بہ ٺٺري ڪوٽ جي ناليءَ سان مشهور آهي.

شاهہ صاحب شاعر هو، سندس ديوان "ديوانِ مير" ۽ سندس پوٽي جان الله شاهہ جو ديوان "ديوانِ عاشق" سندس خاندان ۾ محفوظ آهن. انهن ديوانن مان هڪ هڪ غزل نموني طور "بيدل جي ڪلام تي متقدمين جو اثر" واري باب ۾ ڏنو ويو آهي.

مير جان محمد شاهہ زاهد متقي، پرهيزگار ۽ متشرع ماڻهو هو. قرآن شريف هٿ سان لکي ان جي سائيءَ تي گذر ڪندو هو. سندس مريد هنڌ هنڌ ۾ پکڙيل هئا؛ انهن مان هڪ مريد غلام رسول ولد ٺٺارن خراسان جو ويٺل هو. غلام رسول وڏ ڪماليت جو صاحب هو. هن هڪ ڏينهن پنهنجي خاص مريد عبدالوهاب شاهہ جيلانيءَ کي وصيت ڪئي تہ منهنجي مرشد مير جان محمد شاهہ جي فرمان مطابق هيءَ امانت

سندس اولاد کي روهڙيءَ ۾ پهچائيندا. ميان عبدالوهاب شاهه مرشد جي ارشاد مطابق روهڙيءَ آيو، وقت جي مسند نشين مير فتح علي شاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿي سموري حقيقت پيش ڪيائين؛ پر مير صاحب امانت وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ شاهه صاحب واپس وريو. اها خبر مير فتح علي شاهه جي ننڍي ڀاءُ مير جان الله شاهه کي پئي، جنهن اچي معافي کي ڪاهو ڏنو. شاهه صاحب هڪدم نوڪرن کي حڪم ڪيو ته جهليو جو مرشد زادي معافي کي ڪاهو ڏنو آهي. شاهه صاحب لهي پيو ۽ ڇهه مهينا وٽس رهيو. کيس شاهه شاهان سڏيندا هئا.

هر جمعي تي مسجد ۾ وعظ پڻ ڪندو هو. خلق تمام گهڻي ايندي هئي ۽ سندس وعظ کان مستفيض ٿيندي هئي.

هڪ ڏهاڙي فقير محمد محسن ۽ سندس سوٽ فقير بيگ محمد اچي سندس مريد ٿيا. اِن ڳالهه شهر جي ٻاهران هڪ ٽڪريءَ تي مرشد جنهن ڏيل ذڪر بجهائيندا(١) هئا، ۽ جون ٿا ته اها اِها ٽڪري آهي، جتي هينئر ڊپٽي ڪليڪٽر جو بنگلو آهي. فقير محمد محسن تي اهڙو اثر ٿيو، جو ٿوري عرصي ۾ سندس قلب کلي پيو. فقير بيگ محمد اِها حالت ڏسي دل ۾ چوڻ لڳو ته اهڙي جيئڻ کان موت ڀلو آهي ۽ ڏک وچان ٽڪريءَ تان پاڻ کي ڪيرايائين، پر مرشد جي شفقت ڀريءَ نظر ڪري کيس ڪجهه ڪونه ٿيو ۽ سلامتيءَ سان اچي پيرن پر پيو. ان کان پوءِ فيضياب به ٿيو.

## فقير صاحب جي ولادت.

فقير محمد محسن تي سندس مرشد جو پنهنجي کان وڌيڪ ڀاڄهه جو هٿ هو. هڪ ڀيري حضور ۾ عرض ڪيائين ته قبلا سائين حضور جي باطني عنايت ته ازحد گهڻي آهي، پر ظاهري به ٿئي ته احسان، جو ٻين اولاد جو سڪايل آهيان. حضور جي زبان مبارڪ مان نڪتو ته انشاءالله توکي ٻهڙو پٽ ڄمندو، جو شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو صاحب هوندو، پر هڪ پير ضعيف هوندس.

جڏهن شاهه شاهان روهڙيءَ مان روانو ٿيڻ لڳو ته سندس ڀاڻيڄ مير جان الله شاهه کي سونپيائين، جنهن ۾ کيس خليفو مقرر ڪيو. اها خلافت اڄا تائين انهيءَ خاندان ۾ هلندي اچي.

شاهه صاحب جي دعا درگاهه الاهيءَ ۾ اگهاڻي ۽ فقير محمد محسن جي گهر ۾ پٽ ڄائو، پر پيرَ معذور هوس. ولادت وقت ڀاڳ مير صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو، جتي ڄاڻيءَ اچي کيس واڌائي ڏني ۽ ٻڌائينس ته ٻالڪ ڪيئن نه سڦرو آهي.

---

(١) ذڪر ڪندا هئا.

قدرت فقير صاحب کي هڪ اثرپذير، صاف ۽ پاڪ دل ڏني هئي. سالڪن جي صحبت منجهس الاهي عشق جا مچ مچائي ڇڏيا.

آخوند عبدالغفور ساڪن سکر بيانو راوي آهي ته هڪ دفعي فقير صاحب مولوي عبدالرحمان وٽ "شرح ملا" ويٺي پڙهيو. پڙهندي پڙهندي مٿس اهڙو اوقات اچي چڙهيو، جو اچي زاڻ ۾ جلڪيو. ڪتاب جا ورق ٻسي پيا ۽ چوڻ لڳو ته اسان کي عشق کان سواءِ ٻيو ڪجهه نظر نٿو اچي. آخوند صاحب جو چوڻ آهي ته اهو ڪتاب جنهن ڪنهن زماني ۾ هن پاڻ مولوي صاحب جي پوين وٽ ڏٺو هو.

مٿين حقيقتن مان معلوم ٿيندو ته فقير صاحب کي نه فقط حال جو علم حاصل هو، پر قال جو علم به ڪافي، ڪان گهڻو زياده هو. گرچه ظاهري طور تي ڪٿي بي اعتنائي به ڏيکاري هئي، بقول شاهه صاحب.

جن کي ڏور درد جو، سبق سور پڙهن،
نڪر قرهي هٿ ۾، ماٺ مطالع ڪن،
پنهنجو سو پڙهن، جيڪر نه ٻڌن ٻين کي.

(٢)

ماسٽ ساربانون، الف جنهن جي اڳ ۾،
لاتحسبوا في الدارين، ان بڙ آڳاٿون،
سگهر سولائون، ٿيا وسيلا رحمان سين.

## قلندر شهباز جي زيارت.

گدومل هرچاڻي پنهنجي ڪتاب "ديوان بيدل" ۾ لکي ٿو ته فقير بيدل ٽي راتيون ساندهه خواب ۾ هڪ لنگوٽ بند ملنگ ڏٺو، جنهن کيس چيو ته "اسان وٽ اچ".

"تذڪره لطفي" وارو صاحب به رقمطراز آهي ته فقير صاحب وٽ پنجاب جو هڪ درويش اچي رهيو، جنهن کي معلوم ٿيو ته قلندر شهباز جي زيارت لاءِ سيوهڻ وڃي رهيو آهي، تنهن پاڻ کي به اشتياق ٿيو. پير صورت سفر جون تڪليفون برداشت ڪري قلندر شهباز جي زيارت لاءِ پهتو.

مسٽر جهامنداس ڀاٽيا پنهنجي ڪتاب "سوانحعمري بيدل" ۾ لکيو آهي ته فقير صاحب سيوهڻ شريف ۾ درگاهه جي عقب جي هنان ويهي سوره مزمل پڙهڻ شروع ڪئي، پڙهندي پڙهندي مٿس اهڙي ڪيفيت طاري ٿي، جو ٽيڙهون پائيندو وڃي درگاهه ۾ پهتو، جتي ڪجهه وقت انهيءَ حالت ۾ رهيو، جنهن کان پوءِ ڏاڍي ملي ته "جيڪي هتي رهندا آهن ته هميشه جلالي حالت ۾ رهندا آهن، پر جي جمالي گهرين ته پير صاحب پاڳاري جي ڳوٺ وڃ." هن صاحب جو چوڻ آهي ته

انهن ارشاد ٿيو ته "توهين هنن پير جي ڪوٽ وڃو." جنهن پوءِ هو ڪوٽ اچي ٿيو؛ ۽ ان ڳالهه تي سڀ متفق آهن ته فقير صاحب کي سيوهڻ شريف ۾ روحاني فيض حاصل ٿيو ۽ شعر چوڻ شروع ڪيائين. سندس پهريون شعر جيڪو چوڻ ۾ آيو سو جو مسدس جي صورت ۾ آهي ۽ سچوئي قلندر شهباز جي تعريف ۾ آهي:

دلا مت ڊر ز هول روز محشر، پڪڙ لي دامن ابن حيدر،
شه شاهان عرفان دين پرور، قطب ارشاد عشاقان ڪا رهبر،
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٢ )

قلندر چون محمد رهنما هي، قلندر چون علي مشڪلڪشا هي،
قلندر نور حسن المجتبىٰ هي، قلندر نسل شاهه ڪربلا هي،
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٣ )

قلندر جلوهٔ نور جليل است، قلندر محرم سرّ خليل است،
قلندر شافيءِ قلب عليل است، قلندر ياور جان ذليل است،
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٤ )

قلندر آفتاب اوليا هي، قلندر مظهر سرّ صفا هي،
قلندر صورت شير خدا هي، قلندر معني ذات ڪبريا هي،
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٥ )

قلندر مخزن اسرار مولا است، قلندر مطلع الانوار مولا است،
قلندر منبع آثار مولا است، قلندر مجمع اطوار مولا است.
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٦ )

جمال اوست شڪل شاهه مردان، ڪمال اوست شمع راهه مردان،
خدا است اوست عزّ وجاه مردان، جناب اوست زيارتگاهه مردان.

ڪ بحر ذات بيرنگي محيط و بيڪران هوگا،
جوئي اول، سوئي آخر، جوئي ظاهر، سوئي باطن،
خودي ڪي ترڪ مين جلدي مخفي سب عيان هوگا.
دُوئي ڪي وهم سي بيدل تيري دل گر هُوئي فارغ،
ظهورا ذات مطلق ڪا جهان چاهين آهان هوگا.

## غزل فارسي

زاهدا از مسجد يڪبار به ميخانه در آ،
عهد و پيمان شڪن، طالب پيمانه در آ.
تا شود بر دلت اسرار شهودي بڪشوف،
در شبستانهٔ توحيد چون پروانه در آ.
ڪرد ڪم همتي از رتبهٔ عشقت محروم،
همين درين حلقه با همت مردانه در آ.
چند در مدرسه خواني سبق بي دردي،
سوز از شمع بيا سوز به ڪاشانه در آ.
مفتيءِ عشق به مخمور چنان فتوي داد،
بادهٔ وجد ڪش و بيخود و مستانه در آ.
جوشش عشق چو تڪليف به اظهار ڪند،
مهر بڪشا زلب و زود در افسانه در آ.
بيدل از ساغر منصوريءِ حال بنوش،
وَ انگهي بيخود در مجلس رندانه در آ.

شاهه صاحب فرمايو آهي ته

هنبين هيڪاري منجها مهير سڌ ڪيو،
سو سون سپ چماري اورڻ آهوئي ٿيو.

اهڙي ساڳي حالت هئي اسان جي فقير صاحب جي، جي عمر آفندي ويندي قلندر شهباز جي گفتگو يا شعر يا بجا مدح ڪندو ٿي رهيو ۽ بلوچي عقيدت سندي ظاهر ڪندو رهيو.

### پير ڳوٺ ۾ آمد.

ارشاد موجب فقير صاحب پير ڳوٺ آيو ۽ اچي مسجد ۾ مسافر ٿي رهيو، پر لعل کو لڪي جو آهي! جلدئي پير صبغت الله شاهه اول، تعزيءَ کي سندس فضل و ڪمال جي خبر پئي، جنهن ڪري پنهنجي صاحبزادي پير علي گوهر شاهه جي تعليم و تربيت جو ڪم سپرد ڪيو. جڏهن ۾ اچي ٿو ته فقير صاحب، صاحبزادي

مَخفِي هو مَحبُوب بيرنگي- نينهن ڪيو نروار،
گويا انهن ڪلي پڄڻي ته انسان حسن جي تعريف لاءِ خلقيو ويو،
"دم الله عِشق ڪيتي مَيّن چاڻي ، وَيِ،
دم الله نينهن دي مَيّن هاڻ نيپاني ، وَيِ"

تنهنڪري هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي ذوق ۽ درجي، علم ۽ اهليت آهر ڪنهن نه ڪنهن چيز کي حسن سمجهي پيار ڪرڻ شروع ڪيو. ڪن انسان جون قابل شيون خيال ۾ رکيون ته ڪي وري انسان ڏانهن مائل ٿيا، جو احسن تقويم جي مثور ۽ مبارڪ پوشاڪ پهري آيو آهي، ۽ خلق آدم علي صورته موجب انسان جي محبت کي خدا جي ذات کي پهچڻ جو ذريعو سمجهيو.

"آدم ڪل الله جي آهي جڳليلي جاءِ،
ڪعبو اِهو آهي، ڪوهه نه ٻُوهي ٻوڇان".

ڪن ته هن قدم وڌي چيو ته "الله جميل و يحب الجمال" الله سهڻو آهي ۽ پسند ٿو ڪري سونهن کي. جنهن لاءِ رومي به لکيو آهي،

"او جمال است و يحب الجمال - ڪي جوان نو گزينه پير زال".

پر انهيءَ ۾ گهڻا ئي ته هوس جي فندي ۾ ڦاسي انهيءَ ڏنڀ ۾ ڏڀي پيا ۽ ڪن مجاز کي حقيقت تائين پهچڻ جي پل سمجهي پنهنجو پلاند بسڻ کان ڇڏايو. ڪن ملڪن جهڙوڪ مصر، شام، فلسطين ۽ عربستان، عورت جي عشق کي خدا کي پهچڻ جو ذريعو سمجهيو ته ڪن، جهڙوڪ ايران، يونان ۽ وچ ايشيا وري ان جي برعڪس ڇوڪرن جي عشق تان الاهي عشق تي اچڻ موزون ۽ مناسب سمجهيو.

حسن ڪٿي به هجي ۽ ڪهڙيءَ به صورت ۾ هجي، پر انسان جي دل ان ڏانهن ضرور مائل ٿيندي. جيئن مقناطيس ۾ لوهه کي ڪشش ڪرڻ جي قوت آهي، تيئن حسن ۾ شاعر جي دل کي پاڻ ڏي ڇڪڻ جي طاقت ۽ خاصيت آهي. حسن ته سڀني ماڻهن کي وڻي ٿو، پر انهن ۾ ان جي اثرات جي پرائڻ ۽ سمجهائڻ جي اهليت نه آهي، فقط شاعر جي دل ئي آهي، جنهن کي اها زبان عطا ٿيل آهي ۽ اها بيان ڪرڻ جي قدرت ئي کيس عام ماڻهن کان ممتاز ڪري ٿي. تنهنڪري حسن جي تعريف ۽ تاثرات حسن جو بيان ڪرڻ شاعر جو وڏي ۾ وڏو فرض آهي.

حسن خواهه عورتن جو هجي يا مردن جو يا ڇوڪرن جو هجي، مڙيوئي هڪ ئي ڳالهه آهي. ازان سواءِ هن ڳالهه کان نه شايد ڪوبه انڪار نه ڪندو ته مردانه حسن ۾ دلڪشي ۽ جاذبيت آهي. جن ماڻهن جو اخلاق بلند آهي، تن کي حسن جي ڏسڻ سان دلي خوشي ۽ روحاني لذت اچي ٿي ۽ جي پاڪ خيال ۽ صاحب حال آهن، سي مَصنُوعَ ۾ صانعَ جو حسن ڏسن ٿا.

فقير صاحب، قاضي صاحب جي عشق ۽ سڀ منزلون طي ڪيون، جيڪڏهن ساڻس هجي ته ۽ دوءِ شئ الله، جي رمز رهي نه ۽ الله هوءِ ڪان سواءِ ٻي واني ڪانه هئي. سندس محبت جي معيار جي بلندي سندس هيٺين سٽن مان چٽي طرح ظاهر آهي:

"مڪ" ماهي ڪدا ڪعبه قبلا - عشق امام حقاني،
زهد عبادت تقوئي تاوان - اعلىٰ عشق رباني"،

ايران ۽ هندستان جي فارسي ۽ اردو شاعرن گهڻو ڪري معشوق جي حسن جي تعريف سان گڏ سندس ناز، بيوفائي، ظلم ستم، جور ۽ جفا جي به شڪايت ڪئي آهي، پر بيدل جي ڪلام ۾ شڪوه شڪايت جي بوءِ به ڪانهي، البت عشق جو اظهار ڪيو اٿس ڇاڪاڻ ته عشق کي نعمت سمجهي ٿو ۽ عشق جي تلقين ڪري ٿو. شايد سندس اصول هو ته جيڪڏهن ڳالهه ٻاهر نڪتي ته رڙ ڪهي ٻا ڪيا رهجي ويندا. ادبي دنيا ۾ اهڙو مثال ڪٿي لڀندو، جو شاعر جو حال تي ايڏو قبضو هجي، مجاز به ڪمائي ۽ مجاز جو اظهار ڇپائي! درحقيقت فقير صاحب "المجاز قنطرة الحقيقت" جي حقيقت ڪمائي ڏيکاري ۽ انهيءَ قول "المجاز يتوصل بالحقيقة و لا يتم منها" يعني مجاز ڪيڏي ئي حقيقت سان ۽ ان کان ٿو روڪي، تي، صحيح طور عمل ڪري پنهنجي انهي قول "العاشق لا يوقف حتى يصل اقصى الغايات" (يعني عاشق جيستائين آخرين منزل کي نٿو رسي، تيستائين ڪٿي به رنڊجي نٿو بيهي) کي سچو ثابت ڪري ڏيکاريو.

فقير صاحب روهڙي ۽ روهڙيءَ جي حسن جي جن لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي سو خود سندس بلند معيار جو دليل آهي، شروع ئي ڪري:

در وصف وسعت آبادي جنت سواد، نزهت بنياد، لهڙي ڪه مظهر آثار ڪمال بي زوال است و مطلع الانوار جمال باڪمال حرسها الله عن الحوادث:

زهي لهڙي ڪه چون جنات عدن است،
سراپا مجمع آرام و امن است.
زيارت گاه هر روشن ضميري،
دليل راهِ هر جان منيري،
ز آبستان شمالش تازه و تر،
ز ڪوهستان جنوبش صاف انور،
ز ريگستان بود شرقش مصطفا،
ز باغستان شده غربش منقرا،
درو گشته ظهور نور احمد،

بروز شمهٔ آثار مسجد،
بدان سرمایهٔ سر خط این خاک،
معین شد مطاف اهل افلاک.
به خاکش در کنهش هر راز دانی،
فتاده با ادب بر آستانی.
چو دولت یافت این خاک مکرم،
که شده قرارهٔ نور معظم.
به عظمت او فلک دهشت دوتا شد،
ملک بر آستانش جان فدا شد.
ورائی آن جناب فیض بخشای،
بهر جا مرقد مردان یکتای.
فروغ آن شمس و نور آن کواکب،
نمود این خاک را روشن لیالی.
به هنگام تماشا آن مزارات،
تحرک می رسد با قلب اموات.
بهر آکناف او چندین نظاره،
هزاران گونه عشرت را اشاره.
درو درگاه عالی را اساسی،
سزد گر خوانش یثرب لباسی.
زهر اطواف این دیر خرابات،
رجال الله رسند از رفع آیات.
همه صاحبدلان با صفا را،
بود روی ارادت سوی اینجا.
مگر این بلده چون بیت العتیق است،
که جاه طوق مردان طریق است.
وگر پرسی ز حال ساکنانش،
برابر جمع خاطر در امانش.
ز حسن مظهری هر جایش غلغل،
بهر جا گل بهر جا شور بلبل.
پریرویان به زیور های خوبی،
مجلا رخ به تصفیة القلوبی.
خرامان چون کبک ناز خرامی،

صَدای داده با یَحْیِی النظامي ،
شَکر گفتار گلرخسار خوشخوی ،
صفا کردار کم آزار مه روی ،
به نیکوی زنیکویان عالم ،
ربوده گوی سبقت بی تکلم ،
رخ غلمان خجل از روی ایشان ،
دگر خود حور مست از بوی ایشان ،
کمان ابرو بدست و تیر مژگان ،
زهر ناوک دل خسته هزاران ،
دو چشم ایشان مگر چون تیغ و خنجر ،
هزاران عاشقان را کرده بی سر ،
بغمزه ناز داده درس تنبیه ،
به هندستانیان از روی تمویه ،
به ترکان داده سبق دلربائي ،
به اهل یزد تعلیم وفائي ،
هم و حسن خدا داده هم و ناز ،
هم و گفتار شیرین سخن راز ،
به عشوه آهو به دام آرند در دم ،
کرشمه آنها برد از وحشیان رم ،
دل صاحب نظر در پی دوا ند ،
که باغ سینه را سرو روا نند ،
اگر چون مه سریع السیر باشند ،
چو خود بر گردن هر شیر باشند ،
وگر در جلسه آیند از تلطف ،
نشانند آتش ارباب تکلف ،
کرا گردد بشعر شیرین مقابل ،
شود او را سلوک قدس حاصل ،
ز آئینه ظهور حسن شان جان ،
رسد در جلوه گاه نور عرفان ،

# فنا في المعشوق

## فقير صاحب جو ڪرمچند تي نظارو

قدرت پنهنجا ڪم پاڻ ٿي ڄاڻي. ڪٿي ڏسو ته چور ۽ ڌاڙيل، جن جو ڏينهن رات جو ڌنڌو ئي آهي چوريون، زوريون ۽ ڦريون، جن کي انهيءَ ڳالهه کان سواءِ ڪي ڪين سجهي؛ پر اهڙين حالتن هوندي به جيڪڏهن ڪنهن درويش جي نظر ڪيميا اثر منجهن پيئي ته اهڙا سڄڻ ٿيو اچي وڃن، جو ڪانڊن تي ويهي چلا ڪڍن. نه فقط ايترو، پر پاڻ به ڇيڙي منزل کي رسي وڃن، گويا انهيءَ هڪ ئي نظر سان اُڏامي وڃن. حافظ شيرازي فرمائي ٿو:

"آنانڪ خاڪ را به نظر ڪيميا ڪنند،
آيا بود ڪه گوشهٔ چشمي بما ڪنند".

ڪٿي وري ڏسو ته زاهد، پرهيزگار، عالم، عابد ۽ متقي، زهد ۽ تقويٰ ۾ تار، هر وقت ورد وظائف ۾ مشغول، هڪ ئي نظر سان اهڙو ته مست ٿي وڃن، جو زهد تقويٰ کي ترڪ ڪري، تسبيح ۽ مصلي کي هميشه لاءِ خيرباد چئي يار جي تار ۾ پيا ڦرن، ته مَن ڪا مهر پوين، ۽ وري انهيءَ نظر فيض اثر سان نهاري ۽ اندر جي جوت جاڳائي:

"عمر ساريءَ جي عبادت ترڪ هڪي تاراج ڪئي،
ويو هٿي هندو ڪسشي ڪعبي اندر ڪافر ڏنم".

جون ۾ اچي ٿو ته فقير صاحب سيوهڻ شريف جي زيارت کان پوءِ ڪجهه وقت رهي پريان لوءِ جي درگاهه تان نياءِ مطابق اچي دنيوي دڪان کولي ويٺو ۽ روزي نماز لئي ماڻهن کي به تلقين ڪندو رهي. پنهنجي عمر به جوڻ تائين ته اهڙو متقي ۽ پرهيزگار هو، جو گهر کان مسجد تائين ۽ مسجد کان گهر تائين به جهڪيل ڪري ايندو هو ته متان ڪو منهن پوي ۽ دل کي مَتُ اچي؛ پر قدرت جي ڳالهه قدرت ئي ٿي ڄاڻي! فقير صاحب کي به هڪ ڏينهن محبت، ظاهري زهد جي جهنڊا لهرائي تيئنهن ۾ نيستگي، نروار ۽ جهنڊو ڪري بيهاريو.

ڳالهه ائين ته هڪڙي ڏينهن فقير صاحب دستور موجب صبح جي نماز ۽ تعقيبات کان پوءِ جيئن مسجد کان ٻاهر نڪتو ته قضا جي اهڙي هوا گهلي، جو منهن تان پلاند هٽي ڪجهي ويو ۽ سندس نظر وڃي سامهون بيٺل ڪرمچند تي پئي. الستي آئيني جو اولڙو دنيوي دلبر جي ڏڪ سان اکين تي اهڙو ته پيو جو تجليءَ کان اکيون پورجي ويون ۽ انهيءَ اوچتي چمڪاٽ ۾ سائيڪ مائيڪيءَ ۾ آيو. اک پٽي ۾ عجب جو عڪس پيئي ڏٺو:

نعري ڄنگهه، مرد مٿئون جي ڪچهري ۾ ڪچهري هوندي! زوينده بيدل جا ڏتو
ڪهي آيا. پند هوندا هتا الابکا ۽ آولا، جو سچڪو بيو سڪندو هو ته مي ڪو مولا
جو مرد اچي ۽ ڪا رهڻ ٿي ۽ محفل سجي. صديق فقير جي تشريف آوري جو
پڻ بيدل فقير به ابو. ڪچهري ماڻهن سان ڀريل هئي، اڳتي وڃڻ جي جاءِ
ڪانه هئي، تنهنڪري بيدل فقير جنهن جي ويساند جي جاءِ ۾ ويهي رهيو.
صديق فقير جنهن جي خبر روشن هو، تنهن ڏس آهيان ڪئي ۽ چيائينس ته
"آچو، هندو فقير". صوفي عبدالستار صاحب سجاده نشين درگاهه جهوڪ واري سان
بيدل بنسبت جڏهن ڳالهه ڪئي، تڏهن آن صاحب به ساڳئي واقعي جي تصديق ڪئي،
پر چيائين: صديق فقير فرمايو ته "آچو، ساڌ".

تجل شريف جي بزرگن وٽ جيڪا صوفين جي تاريخ تڪيل آهي، تنهن ۾
صديق فقير آهر واري جي احوال ڏيندي مٿئين طرح لکيو آهي:

"هڪ وقت فقير صاحب جي آخر عمر جي نزديڪ پورهئي ۾ روهڙيءَ ۾
سيد غلام علي شاهه جاگيردار وٽ اچي لٿا (صديق فقير جن)، جو آهو حضرت شاهه شهيد
جي خاندان جو مريد هو. آتي ڪيترا سادات اشراف روهڙيءَ جا ڪچهريءَ ۾ ڏو زانو
ٿي ويٺا هئا ته مرحوم فقير قادر بخش صاحب بيدل روهڙيءَ وارو به سنڌن
قدمبوسيءَ لاءِ آيو. آن زماني ۾ فقير بيدل جي جوانيءَ ۽ عشق جو آغاز هو. فقير صاحب
ادب ڪان سادات جي پٺ ۾ صديق فقير کي تعظيما سجدو ڪري ويهي رهيو.
فقير محمد صديق فرمايو ته "هندو فقير، اوري اچي ويهه". آخر ڪيس پنهنجي
ڪنولي جي ڀاتي سان ويهڻ جو حڪم ڪيائون. گهڻي مدت فقير بيدل سنڌن خدمت
۾ ويٺل هو. فقير محمد صديق جو شيوو هوندو هو، جو بعضي بعضي مٿي آسمان
ڏي منهن ڪري ڳالهائيندو هو؛ پر اهو ڪنهن کي به سمجهه ۾ نه ايندو هو. آن وقت
به مٿي ڪنڌ ڪري ڳالهايائون. جڏهن بيدل فقير ڪانئن رخصت وٺي آئيو، ته ميان
غلام علي شاهه به آئيو. ٻاهر اچي بيدل فقير ڪان پڇيائون ته توهان کي هندو ڪري
جو سڏيائون؟ ۽ مٿي ڪنڌ ڪري ڇا ڳالهايائون؟ ٻاڻ جواب ڏنائون ته "مون هڪ
هندوءَ جوڪر ڪو مجلس روهڙيءَ ۾ لٽا ڪاڏي آهي، تڏهن هندو ڪري سڏيو آن
۽ مٿي ڪنڌ ڪري رب العالمين سان ڳالهيون ٿي ڪيائون".

تاريخ ۾ اهڙا ڪيئي مثال ملندا، جن مان معلوم ٿيندو ته وقتائتي فقط هڪ فقري
۽ ماڻهوءَ ۾ ايڏو تيرو آندو هوندو، جو جا مان جا ٿي پيو هوندو! طوالت جي
خوف ڪان فقط هڪ ٻن مثالن تي اڪتفا ڪجي ٿي:

شيخ محمد اڪرام الله پنهنجي ڪتاب "شبلي نامه" ۾ نومبر ١٩٣٢ع جي اخبار
"الاصلاح" جي حوالي سان لکيو آهي ته شبليءَ جا وڏا اصل راجپوت هئا ۽ چگيءَ ذاتيءَ

علم النفس جي ماهرن جو چوڻ آهي ته جڏهن شاگرد پڙهڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ تيار آهي، تڏهن چڱي اُستاد جو هڪ اشارو ڪافي آهي، صوفي خيرمحمد چوي ٿو:

"عشق سارا تقدير، سان ڪوني تدبير هلاوي".

اولياءَ الله اڪسير جي اک رکن ٿا. جنهن ڏي نهاريائون، تنهن کي لوهه مان سون ڪري ڇڏيائون. سو، بيدل جو ظرف، مجازي عشق جي آتش اهڙو تيار ڪري ڇڏيو هو، جو صديق فقير جي نظر اثيءَ هڪ ڦري "اُجو هلت و فقير" يا "آچو سائق" ڪيس فنا في المعشوق سان آڪاري بار بيچايو.

## فقير غلام محمد

روهڙي ۾ ٻين وانگر پيرن ۽ ولين جي درگاهن ڪان مشهور آهي. جيئن ته روهڙيءَ ۾ موءِ لڪ مبارڪ، وارن پيرن جو آهي. اڙانسواءِ مٺوڙيءَ مبارڪ به آهي. انهيءَ ڪري صوفين فقيرن ۽ درويشن جي هتي هميشه تمام گهڻي آمدرفت آهي. حج جي موقعي تي شمع رسالت جا پروانا، وار مبارڪ جي زيارت جي اشتياق جي جذبي ۾ اهڙو ته جوش سان ايندا آهن جو پنهنجن سائين ۽ رفيقن جو ته ڪنهن ۾ پنهنجو به پتو ڪونه هوندو اٿن.

"هتڪن ۾، ڪيس، سڙيا متي سيج،
هتي لتوس نه ليجيا، سڙيا متي سيج،
سڏا ڪجيس ڪيچ، وڃارن وڃائيا".

فقير صاحب جيئن اڳي چائايو ويو آهي، ته ڪرمحمد ڪان منهن متي وجهي بازار ۾ دڪان تي ويٺو ۽ ڏندو باقاعدي هلائيندو آيو، تان جو حج جي موقعي تي مخلوق جي آمد شروع ٿي. بازار جي رونق وڌڻ لڳي. فقير صاحب جيئن پنهنجي دڪان تي ويٺو هو، تيان اتفاق سان سندس نظر وجهي هڪ لانگهائو نوجوان تي پئي، جنهن کي انهيءَ هڪ ئي گهوڙ اهڙو گهائي وڌو، جو آئي لي ريهجي ويو. سندس مائٽ، جي به انهيءَ موقعي تي سائس گڏ هئا، سي زيارت ڪان مشرف ٿيا. موٽڻ بعد معلوم ٿيو ته جيڪڙو ساڻ ڪونهي. سمجهيائون ته پار نه آهي، ڏاڙهيءَ جي ريهه سنڀڻ ۾ اٿس، پاڻهي گهر ايندو، سو چپ ڪري وطن وريا. فقير صاحب شام جو دڪان سوريءَ، انهيءَ نوجوان غلام محمد کي جو ذات جو داروگر هو، ۽ سندس مائٽ شڪارپور ۾ ڏورڪو ڏندو ڪندا هئا، گهر وٺي آيو ۽ اوطاق تي اچي رهايائينس. بقول مولانا جامي (عليه رحمة):

"نه تنها عشق از ديدار خيزد،
بسا کين دولت از گفتار خيزد".

فقير صاحب ۽ غلام محمد جي محبت وڃي ڏينهون ڏينهن وڌندي، تان جو الهي حد کي پهتي، جو هڪڙو ٻئي لاءِ حيران پريشان. هيڏانهن غلام محمد جا مائٽ، سندس لاءِ شڪارپور ۾ ٻه چار روز انتظار ڪري روئي پٽي رهاني ويهي رهيا مدت بعد معلوم ٿيو ته غلام محمد روهڙيءَ ۾ هڪ دڪان تي ويٺو آهي، تهن تي هو آيا ۽ ساري ڪلي جوڪري کي وٺي ويا. فقير صاحب کي غلام محمد جي جدائيءَ جو صدمو اهڙو ته پهتو جو ڪنهن به ڪم ۾ چت نه لڳس. آخر دنيويءَ

دڪان بند ڪري آخروڪي دڪان ڪولڻ لاءِ شڪارپور ڪهي ويو. اتي ميان امين شاهه چشتي بزرگ جي مزار مبارڪ تي جاگو ڪڍيائين. ڇهن راتين ۽ ڇهن ڏينهن جي انتظار ۽ بي آراميءَ بعد، ستينءَ رات ارشاد ٿيس ته غلام محمد کي روهڙي دلي وڃ، صبح جو اٿي سان ڪويءَ جانان جو رخ رکيائين.

هوڏانهن غلام محمد کي به سندس مالڪ ڪرڻين به ڪرڻي بند ڪري ڇڏيو هو؛ ۽ فقير صاحب جان وڃي ته غلام محمد اچي اڪبر سان مليس ۽ سانس گڏجي روهڙي آيو، ۽ فقير صاحب جو ٿي ٿي رهيو. غريب مالڪ پٽ وچان سمجهي ڇڏيو ته ٿي ڪئي ڪئي.

غلام محمد، فقير صاحب کان بالڪل دڪان بند ڪرايو. باقي درزڪي ڏنڌي سان جيڪي ڪمائيندو هو، سو آڻي حضور ۾ حاضر ڪندو هو. وقت پيو گذرندو هو، اهڙيءَ طرح، سڄا سارا ننڍوپڻ حال رياضت، فقر ۽ فقير جي صحبت ۾ گذاريائين.

انهيءَ وچ ۾ غلام محمد جو رشتو قاضي پيرمحمد سان اهڙو ٿي ويو، جڻ گويا ٻه قالب هڪ جان ٿي ويا. هڪڙي ڏينهن غلام محمد، فقير صاحب کي ريجهه ۾ ڏسي عجز سان عرض ڪيو ته "قبلا! هي عرض قبول پوي؛ پوريون ته غلام کي پنهنجي پيرانديءَ کان جاءِ ڏيو؛ پر ته جتهن قرب جي نظر سان بندي کي ڏسندا آهيو، تنهن سان قاضي صاحب کي ڏسندا ۽ سندس سڀ ناز سهندا." فقير صاحب بلڪل خوشيءَ سان عرض اگهايا. غلام محمد ٿورڙن ڏينهن ۾ وڃي جي جهار ۾ اجل جي آواز کي "لبيڪ" چئي، جهان سو مٽايو. فقير صاحب سندس وصال جون تاريخون هيٺين ريت چيون آهن:

(١) "رفت از جهان غلام محمد مرا گذاشت،
مرهون به حسرت و به تاسف اسيرهم،
پرسيد دل چو سال وفاتش ز فکر پاک،
سالک نظر بگفت سمضغا ضميرهم."

١٢٦١ ھ ١٢٦١ ھ

---

(٢) "چون غلام محمد از عالم
به نهانخانهء بي نشان به نهفت،
غنچه تنگ صفات ڪرد قبا
گل جانش به باغ ذات شگفت،

سال فوتش از و پرسیدم
نوگل روضهٔ جنانم گفت".

۱۲۶۱ ھ

---

(۳) "چو شد غلام محمد رحیل زین عالم،
بماند بر دل محزون داغ درد و بلاء
سوال کردم تاریخ فوتش از هاتف،
ندا رسید بناگه چراغ بزم بها".

۱۲۶۱ ھ

---

(۴) آن مخلص غلام محمد چون زین جهان،
با جان شتافتہ بہ سوی بسلک سرمدی،
کردم سوال سال وصالش ز عقل گفت،
جاوید حاضری بہ جناب محمدی.

---

(۵) چون مونسم غلام محمد وداع کرد،
زین عالمی بماند بہ دل داغ و درد و غم.
پرسیدم از دل غمزده سال رحلتش،
دل دردمند گفت کہ غمگین مانده ام.

۱۲۶۱ ھ

(۶) آن مخلص یگانہ کہ خوش بود صحبتش،
رفت از جهان بماند بہ دل داغ حسرتش،
مقبول حق غلام محمد کہ دور زد،
خون شد دلم ز سوز غم و درد فرقتش،
یا رب دوام باد بحق حبیب تو،
فیضان ابر رحمت بر خاک تربتش،
جانش مدام غرق بہ بحر وصال دار،
شادان نما بہ مشرقت نور وحدتش،
شب چهار شنبہ دوزدهم آخرین جماد،
رفتہ ز قید هستی تاریخ رحلتش.

۱۲۶۱ ھ

(٤) رفت از جهان غلام محمد مرا گذاشت،
مرهون به حسرت و بتاسف اسير غم؛
پرسيد دل چو سال وفاتش ز فکر پاک،
سالک نظير به گفت مصفا ضمير هم.

١٢٦١ھ　　　　١٢٦١ھ

ازانسواءِ فقير صاحب غلام محمد جي فوت ٿيڻ تي هيٺيون الوداعي نظم لکيو آهي:

١- بزير خاک جا کردي بهتر جاينت خدا حافظ،
غلام احمدي بادت محمد مصطفيٰ حافظ.
٢- ره ناديد سر کردي بس تنهائي مطاعت را،
ز شر رهزنان بادا علي المرتضيٰ حافظ.
٣- مذاق روح تو شيرين ز شربت جام عرفان باد،
ز تلخيهاي غم بادات حسن المجتبيٰ حافظ.
٤- بسوي عالم ارواح زين جا کردهٔ رحلت،
ز هر کرب و بلا اي جان شهيد کربلا حافظ.
٥- به درويشي بسر بردي حيات مستعار خود،
بهر سختيست بادا همت آل عبا حافظ.
٦- ز ما آنگه مارا محنت دوري و مهجوري،
ترا اي جان شه بغداد تاج الاوليا حافظ.
٧- ندارد بيدل مسکين بجز فاتح فرستادن،
دعاي مخلصان بادت ز هر رنج و عنا حافظ.

مٿين نظم ۾ ۽ دعائيه فقرا استعمال ڪيل آهن، ۽ فقير صاحب هڪ ٻيو نظم لکيو آهي، جنهن ۾ بارگاهه رسالت ۾ عقيدت جا گل پيش ڪندي، پنهنجي غلام محمد جي واسطي جي لفظن ۾ دعا گهري آهي، ان جو مثال ايراني شاعرن جي شعر ۾ به ڏسڻ ملي سگهندو. نظم هيٺ ڏجي ٿو:

(١) اي برترين ز درک دو عالم کمال تو،
ورد زبان ملک قيل و قال تو.
(٢) گرچه جمال تو ز تخيل منزه است،
خالي مباد هيچ دلي از خيال تو.

(٣) خاکِ سیه طفیل تو این آبروی یافت،
عرش برین است فرش صفت پائمال تو.

(٤) هر چند ذات پاکؐ به عالم ظهور کرد،
مظهر کمال نیست و نباشد مثال تو.

(٥) فرما اجازتي به کرم تا من و رفیق،
بوسیم خاک پاک جناب جلال تو.

(٦) بایم بار در صفِ خدام حضرتت،
فارغ ز خود شویم بدیدن جمال تو.

(٧) بیدل بسمع غلام محمد که بنده تست،
گو تا در آید اندر بزم وصال تو.

فقير صاحب عربيءَ ۾ پڻ هڪ نوحو لکيو آهي:

فِي مَرْثِيَةِ أَخَوِي أَعِزَّتِي غلام محمد عفي عنه.

١. يَا أَخِي أَيْنَ أَنْتَ أَيْنَ أَنَا أَنَّ الدَّهْرَ فَرَّقَ بَيْنَنَا.

اي منهنجا ڀاءُ تون ڪٿي آهين، آءٌ ڪٿي آهيان، بيشڪ زماني اسان جي وچ ۾ جدائي وڌي آهي.

٢. مَا أَطَقْنَا فِرَاقَكُمْ، لَكِنْ بِرِضَاءِ الْقَدِيرِ سَلَّمْنَا.

اسان کي تنهنجي جدائيءَ جي طاقت (سهڻ جي) نه آهي پر قادر جي رضامندي کي اسان قبول ڪيو (راضي رهياسون).

٣. كُنْتَ دَهْرًا أَنِيسَنَا فَالْآنَ لَيْسَ إِلَّا خَيَالُكُمْ مَعَنَا.

هڪ زمانو (ڪو وقت هو جو) تون اسان سان انس ڪندڙ هئين، (محبت وٺيندڙ هئين). هاڻي تون اسان سان فقط تصور ۾ آهين، يعني فقط اسان کي سندءِ رڳو خيال رهيو آهي.

٤. مُنْذُ يَوْمِ الْوَدَاعِ عَيْنِي جَرَتِ الدَّمْعَ حَسْرَتًا حُزْنًا.

جدائيءَ جي ڏينهن کان وٺي منهنجيءَ اک مان سنده فراق (وڇوڙي) سبب ارمان ۽ غم جا ڳوڙها جاري آهن.

٥. خِلْتُ أَنْ لَا تَكُونَ تُفَارِقُنَا إِذْ تَفَارَقْتَ بَغْتَةً أَنَا.

مون خيال ڪيو (ڄاتو) ته تون اسان کان جدا نه ٿيندين، پر تون اوچتو اسان کان ڌار ٿي وئين!

٦. قَدْ وَسَانِ الزَّمَانِ مِنْ بَعْدِكَ بِنِبَالِ الْهُمُومِ مُمْتَحِنًا

توکان سواءِ مون کي زماني امتحان وٺندي (آزمائيندي) غمن جا تير اڇلائي هنيا.

٧. لَسْتُ أَنَا قَادِرًا عَلَىٰ فَرَجٍ فَيَاقَ فِيْهِنِي بِذِكْرِ مَا كُنَّا

مون کي طاقت نه آهي ان زندگيءَ جي ڪشادي ڪرڻ جي، جيڪا مون تي تنگ ٿي وئي آهي، ان حال (حالت) جي ياد ڪرڻ سان، جنهن ۾ اسين ڳڻ هئاسون.

غلام محمد جو هاڻي مطلوب مان ترڻ طالب ٿي پيو هو، تنهن رياضت مان روحانيت وڌائي ۽ وڃي چڱي پد کي پهتو.

غلام محمد جي تربت روهڙيءَ ۾ سنڌس وصيت موجب فقير بيدل جي پيرانديءَ کان آهي.

# قاضي پيرمحمد

غلام محمد، فقير صاحب جو پنجويهه (٢٥) سال ساڻس هر ڪ قدم متفق نظر ني
رهيو، پر سندس يار، مددگار، مونس، غمخوار ۽ ڏک سک ۾ ڀائيوار ٿي رهيو
هو. اهڙي اعليٰ درجي جي ساٿيءَ جي رفيق جي جدائيءَ، فقير صاحب جي دل کي
اهڙو شديد صدمو رسايو، جو روهڙيءَ ۾ رهڻ وس ۾ ڪين هيس. لازمي طور غم غلط
ڪرڻ لاءِ سير سفر اختيار ڪيائين، ته جيئن ڪن درويشن جي درگاهن تان ۽ سالڪن
جي صحبت مان سندس قلب کي قرار اچي. انهيءَ بيچينيءَ جي حالت ۾ مختلف
هنڌن تي منزلون ڪندو، جنهن سال کان پوءِ، ١٢٦٥ھ ۾، وري آچي روهڙيءَ ۾
رهڻ شروع ڪيائين، جيئن پاڻ خود فرمائي ٿو:

"فقير عبدالقادر ڪه صوفي و حنفي است،
فگند طرح سڪونت بہ قصبۂ لهري،
يڪ هزار دو صد شصت و پنج ڪرد رقم،
سطور چند بہ ترتيب نغز نظر دري".

فقير صاحب هيئنر پنهنجو توجهه قاضي پيرمحمد ڏانهن ڦيرايو ۽ گويا قاضي
صاحب سندس دل جي ورونهن ٿي پيو. اڳي ٻڌايو ويو آهي ته فقير صاحب قاضي
پيرمحمد جي محبت ۾ عشق جون سڀ منزلون طي ڪيون. عشق جي انتها آهي
"جهاد بالنفس" جنهن کي "جهاد اڪبر" ڪري سڏيو ويو آهي. فقير صاحب عشق
جي حالت ۾ اڳين ڏينهن ۾ هر قسم جي تڪليف ڏٺي هئي ۽ پنهنجي نفس تي
پوريءَ طرح قبضو ڪيو هو: سواءِ هڪ جي، جو هو غصو مارڻ. غصو انسان جي
وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آهي. غصو مارڻ مهميرن جو ڪم آهي ۽ انسان جي
سخت آزمائش آهي. جيڪي انهيءَ آزمائش ۾ پاس ٿين ٿا، تن کي انسانذات ته
بجاءِ خود، خداوند تبارڪ و تعاليٰ به پسند ٿو ڪري.

"وَالْكَاظِمِينَ الْغَيْظَ وَالْعَافِينَ عَنِ النَّاسِ وَاللَّهُ يُحِبُّ الْمُحْسِنِينَ"

قاضي پير محمد ولد قاضي گل محمد جو سلسلو خالد بن وليد سان لڳي
ٿو. سندس وڏو ڏاڏو قاضي مخدوم مفتي جيٺند، شيخ صالح شاميءَ سان گڏ دهليءَ
مان روهڙيءَ ۾ آيو ۽ اتي ئي رهيو. سندس تربت ريلوي لائين جي ڀرسان ٽڪر
تي آهي.

قاضي پير محمد ۾ معشوقن جون سڀ خوبيون ۽ خاصيتون هيون: جهڙوڪ
ناز ۽ ادا، شوخي، سنگدلي، بيپرواهي، جور ۽ جفا. جيون تا ته قاضي پير محمد،

فقير صاحب کي قسمين قسمين تڪليفون ڏيئي ڏاڍو تنگ ڪندو هو، نه فقط ايترو، پر ڪڏهن ڪڏهن وقت ناشائسته لفظ به استعمال ڪندو هو. ڪچهريءَ ۾ جيڪي ٻيا ماڻهو يا معتقد موجود هوندا هئا، تن کي قاضي صاحب جي انهيءَ اڻٺڪيءَ روش تي ڏاڍي ڏکيائي لڳندي هئي، پر فقير صاحب بلڪل صبر سان سهندو هو. ٻاڻ حاضرين کي به فرمائيندو هو ته ڏيرج سان چوندو هو ته جنهن کي اِها ٻاهر نه وڻي، سو اٿي وڃي.

"پتنگ چائين ٻاڻ کي ته اچي آڳ اُجهاءِ،
پڇن گهڻا پچائيا تون پڇن ڪسي سجاءِ،
واقف ٿي وساءِ، آڳ نه ڏجي عام کي". (شاهه)

جڏهن ڪو ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ کي اجايو بدشد ڳالهائيندو آهي يا خواه مخواه تنگ ڪندو آهي، تڏهن اڳلي کي ڪاوڙ ايندي آهي. جيڪڏهن ڪيس ترڪي به ترڪي جواب ڏيڻ جي همت نه هوندي اٿس ته پوءِ پنهنجي دل جي بار گهٽائڻ، بخار ڪڍڻ ۽ بيچينيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ شڪوو شڪايت ڪندو آهي. شاعر جي اهل دل سمجهيا وڃن ٿا، سي به اِنهيءَ کان آجا نه آهن. مٿي عشقيه شاعرن جو شعر معشوق جي شڪوي شڪايت سان ڀريو پيو آهي. حافظ شيرازي اگرچه معشوق جي بدشد ڳالهائڻ تي خوشيءَ جو اظهار ڪري ٿو، تڏهن به انهيءَ کي تمام سٺن لفظن ۾ شڪايت کان سواءِ ٻيو ڪجهه سڏي نٿو سگهجي.

"بدم گفتي و خورسندم عفاک الله نکو گفتي،
جواب تلخ مي زيبد لب لعل شکر خا را"

سيد آميد علي شاهه هڪ هنڌ فرمايو آهي:

"جڏي نيڻ تو سون ڏي ڪٽين، جهلي هٿ ڪٽاري تو هڻين،
جيئن تو وڍين، تيئن تو وٺين، آهي عجب سون کي ايهو".

معشوق ڪٽاريءَ سان وڍڻ شروع ڪري ٿو ۽ جيئن جيئن زياده ڇيهه ڏيندو ٿو وڃي، تيئن تيئن عاشق جي دل ۾ هن لاءِ محبت زياده ٿيندي ٿي وڃي.

هوبهو اِها ڪيفيت هئي اسان جي فقير صاحب جي، جو جيئن قاضي صاحب کيس تڪليف ڏيندو هو، تيئن کيس زياده وڻندو هو ۽ سندس عشق وڌندو هو ڏاڍو وير وڌ ٿيندو. ۽ چوندو هو:

"پيدل تو ٿيون صدقي سهڻا اهڙا تنگ سهڻ ه".

ڳالهه سوز گداز کي غزالو سچي ساهه سان ساڻن ڳوري ٿو:

"سهڻي ڏتوا خوب خزانا،
سوز گداز دا مين تون".

تنهن جو مقدس صحبت انهيءَ منزل تي پهتي جو پنهنجو گهر ڇڏي اچي فقير صاحب جي گهر جي سامهون جاءِ وٺي ويٺو، ۽ زندگيءَ جو آخرين عرصو اتي ئي رهيو، ۽ اتي ئي وصال ڪيائين.

جيون ته قاضي پير محمد عظيم رعب ساڻ ايندو هو ۽ فقير صاحب ڏي جيڪر ڪو وٺو موندو هوس، پر حاڪمانه ۽ جابرانه انداز ۾ ويندو هو. هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته ڪي قاضي صاحب ڪي ات آنا کپندا هئا. فقير صاحب تي نيابو موڪليائين ته اداڻي ڪريو، پر هٿ عبدالله جو ڏلو. ڏيرٿ تي قاضي صاحب ٻاڻ آيو ۽ اڃا سخت لفظ استعمال ڪرڻ لڳو: ڪنهن جي واڻ ڪڍي چيائين ته "اها منجهي تنگ ڪيو ته توکي ڇڏان". فقير صاحب، سليمان فقير کي چيو ته "آيل هيءَ چادر سڪو موديءَ وٽ گروي رکي اٺ آنا وٺي آ". بقول حافظ شيرازي:

"گر مريد راهِ عشقي، فکر بدنامي مکن،
شيخ صنعان خرقه رهن خانهٔ خمار داشت".

سليمان فقير سڪوءَ وٽ ڊوڙندو ويو ۽ وڃي ڪيس چادر ڏنائين سي ڏه ڏڪ لاڙ جو واڻيو آيو ۽ سڪوءَ کان پڇيائين ته "فقير ٻيڏل صاحب ڪٿي هوندو؟ جو آءٌ سندس خدمت ۾ اٺ آنا پاڻ جا عرض رکان." تنهن تي سڪوءَ ورائيس ته "هيءَ فقير صاحب جو خاص ماڻهو آهي، ڪيس ئي ڏيئي ڇڏ." ڇڏهن اٺ آنا آيا، تڏهن قاضي صاحب، فقير صاحب کي چيو ته "اڃان آتي لاڙ جي واڻي جو روپ ورتو"!

گرچه قاضي پير محمد ۽ وڃي جهڪو هو، پر پنهنجو معشوقانه انداز ڇڏائيءَ تائين نه ڇڏيائين ۽ اهڙا واقعا، بلڪ آنهيءَ کان ۽ عجيب طرح جا روزانو ٿيندا هئا.

قاضي پير محمد جو درجو فقير صاحب وٽ اهڙو هو، جهڙو حسام الدين چلپيءَ جو مولانا روميءَ وٽ. جيئن حسام الدين چلپيءَ مولانا روميءَ جي واڻي مثنويءَ جا بيت پڙهندو ويندو هو لکندو، تيئن قاضي صاحب ۽ فقير صاحب جو گهڻو ڪلام لکيو. سندس اکرن جو فوٽو ٻئي ۾ ڏنو ويو آهي.

قاضي پير محمد پڇاڙيءَ ۾ پرچون جي دڪان هلائيندو هو، پر بعد فقير صاحب جي چوڻ تي دڪان بند ڪري ڇڏيائين. قاضي صاحب ۽ ٻه ڀائر هئا: هڪ ذاتي پوڙهي، جنهن ساڻ ٻڌل هڪ پٽ قاضي محمد يوسف جاني؛ ۽ ٻي اولاد جنهن مان ٽي پٽ هئس: غلام حيدر، غلام مهدي ۽ غلام حسين.

فقير صاحب جي قاضي پيرمحمد سان وڏي ساڃ محبت اُن جو هئي، جنهن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. سن ١٢٨٥هه ۾ قاضي صاحب داعي اجل کي لبيڪ چئي هي جهان ڇڏيو. فقير صاحب ڏاڍو پريشان گذارڻ لڳو: هڪ طرف سندس فرزند نالي فريد فوت ٿي ويو، ٻئي طرف محبوب جي جدائي، تنهن ته ميڪاري جهوري رکيس، جيڻ جنجال ٿي پيس! قاضي صاحب جي وفات تي فقير صاحب هيٺين ڪافي چئي:

ياد ڪي ٿين وڃي يار، نڪي پيو خيال اسان جو.

١- توهون ڏاران سپرين، دل کي نه آهي قرار
جيڻ جنجال اسان جو.

٢- مثل ته ماندائي لهي، ترسل ٿي ترار
مٺا مڃ سوال اسان جو.

٣- "بيدل" ويچارو ڇڏي، وڃي هو ربه يار
هي ڏس حال اسان جو.

انهيءَ مدي کان پوءِ دنيا تان دل کڻي ڇڏيائين. هميشه معشوق جي ميلاپ جي خيال ۾ رهيو ۽ اسلوڪي ديس ڏي وڃڻ جو مشتاق ٿيو ۽ هيٺين ڪافي چيائين:

## ڪافي

ديس ڇڏي پرديس آئين، وطن ڪيم وسار.

١- سرتيون روز سنڀارڻ توکي، بلبل ڪرڻ پڪار.
٢- آرجي جي ڪين ڪڏهن، پنهي ڪن ڪوڪار.
٣- ويڙهيچا وحدت جا واصل، توکي ڪرن تنوار.
٤- ڪثرت وارو آيد پڇي تون، ۾ انهي جي پار.
٥- بيدل آذري وڃ اوڏانهن، گوندر ڪين گذار.

قاضي صاحب جي تربت سندس وڏن جي مقبري ۾ آهي. فقير صاحب سندس وصال جون جيڪي تاريخون چيون آهن، سي هيٺ ڏجن ٿيون:

تاريخ وصال

آنڪي وعضدي بمنزلة الرّوح مين جسدي،
مقبول بارگاهٔ صمدي مغفور مرحوم قاضي پير محمد
غفرالله له

سالک طريق پيرمحمد که در زمان،
گو برده در سلوک طريقت ز سالکان،
با خاص و عام داشت ره خدمت و نياز،

مي ديد نور جلوه همت آوست را عيان،
بعد از بلوغ سير إلي الله سر نمود،
سال چهل جدا از تن آمد به ملک جان،
سيم (۳) شوال در شب يک شنبه نيم شب،
دست از نشان بشست در آن بحر بي‌نشان،
وقت عروج طائر روحش فرشته گفت،
پرواز کرده نيم شب سوئي آشيان،

سال ۱۲۸۵هـ،

ديگر: تاريخ وفات درويش محبت كيش، محو ذات احدي، مغفور مرحوم قاضي پيرمحمد الحقه الله با الصالحين و آدخله في زمرة العاشقين و نورالله مرقده بنورالیقين،

| | |
|---|---|
| چون که قاضي پيرمحمد با هدي | کرد اندر عشق حق جان را فدا، |
| دل ز سال وصل آو داده خبر | گفت بُد پروانه شمع خدا، |

سال ۱۲۸۵ هـ،

ديگر: تاريخ وصال محبوب القلوب اوصله الله الي ماتيمناه:

| | |
|---|---|
| پيرمحمد مظهر فيض إلـه | چون سوئي عالم بقا پيموده راه، |
| هاتف از سال وصالش باز گفت | در جهان جان گرفت آرام گاه، |

سال ۱۲۸۵ هجري،

# بيدل جي گرهستي زندگي

معرفت کي پهچڻ لاءِ بنيادي ڏاڪي، شريعت تان مٿي چڙهڻو پوي ٿو. شايد انهيءَ خيال سان شاهه صاحب فرمايو آهي ته "ساري سک سبق، شريعت سندو سهڻي". شريعت جي جملي حڪمن مان هڪ حڪم شادي لاءِ به آهي. رهبانيت جي منع ٿيل آهي. جون ٿا ته فقير صاحب به شاديون ڪيون: پهرين پنهنجن مان ۽ ٻي ڌارين مان. پهرينءَ مان فقط هڪ نياڻي ٿي ۽ ٻيءَ مان پٽ ڄايا. محترم مسٽر پاڻيا جهامنداس، پنهنجي قلمي ڪتاب "سوانحعمري فقير بيدل" ۾ لکيو آهي ته فقير صاحب کي ٽي پٽ ٿيا: هڪڙو فريد بخش، ٻيو محمد محسن ۽ ٽيون امام بخش. فريد بخش ڄمڻ وقت ڪرامت ڏيکاري، تنهنڪري کيس رخصت ملي. امام بخش ڇهن ڇهن سالن جي عمر ۾ گذاري ويو ۽ فقير محمد محسن، فقير صاحب جي وصال کان ۵ سال پوءِ جام سنايو. مسٽر گدي مل هرجاڻيءَ پنهنجي ڪتاب "ديوان بيدل" جي مقدمي ۾ جيڪو شجرو پيش ڪيو آهي، تنهن ۾ چار فرزند ڄاڻايا اٿس. اڳتي هلي هڪڙي هنڌ هيئنءَ ريت لکي ٿو: "فقير صاحبن ٻه گهر نڪاح ۾ آندا هئا. پهرئين گهر مان هڪ نياڻي هئي، ٻيو گهر پرديسي آدمين مان نڪاح ۾ آندائون، جنهن مان فرزند ٿيا".

فقير صاحب کي تاريخون لکڻ جو نه فقط ازحد شوق هو، پر ان ۾ مشاق هو. قاضي پيرمحمد جي جنتي اٽن جي ڄمڻ جون تاريخون لکيون اٿس. تنهنڪري پنهنجي پٽن جون به لکيون هوندائين. پر تولد جون تاريخون فقط ٻن پٽن جون مليون آهن، جي هيٺ ڏجن ٿيون:

## تاريخ تولد محمد محسن "يڪس"

بيست و ششم جماد ثاني زاد — محسن و مولدش مبارڪ باد
پنج هفتاد يڪ هزار و دو صد — بد ز هجري رسول شاه رشاد
حق تعاليٰ بحق حسنينش — از حوادث مصون داراد

۲۶ جماد الثاني سن ۱۲۷۵ هه

## تاريخ تولد محمد فريد

شب آدينه بيست و سيوم — از جماد اول فريد زاد
هفت هفتاد يڪ هزار و دو صد — بود ڪين اجتماع دست بداد
يا رب از فتنه دار مامونش — به نبي و آل الامجاد

جمعه رات ۲۳ جماد الاول سن ۱۲۷۷ هه

فقير صاحب جواب ڏنو تہ ”روھڙيءَ ۾“. مولوي صاحب چيو تہ ”اتي، جتي جان الله شاھ رھندو ھو، جو ھاڻ کي الله سڏائيندو ھو“. فقير صاحب ورندي ڏني تہ ”ھائو“. مولوي صاحب پڇيو تہ ”پوءِ مري چو ويو“. فقير صاحب ورائي ڏني تہ ”الله جو ھي گھر ٻہ ھو گھر ۽؛ ولين تہ ھن گھر ۾ رھي، ولين تہ ھن گھر ۾ رھي“. مولوي صاحب گُلي ماٺ ڪئي.

فقير صاحب بہ پنھنجي گھر لاءِ تيار ٿيو. رات جو ٻارنھن ڪلاڪن سوڪلاڻي سمھيو، ڪجھہ وقت ڪان پوءِ ٿپ ڏئي اٿيو ۽ با ادب ڪنڌ لمائي بيٺو، ۽ ٿوري دير بيھي، وري کٽ تي سمھيو. سليمان فقير عرض ڪيو تہ ”ڪھڙو اسرار ھو“. ڀاڻ فرمايائين تہ ”ابا، حضرت شھباز قلندرؒ جن وٺڻ آيا ھئا، ھينئر الله تو ھار“. چادر تاڻي، جان سمھو تہ روح پرواز ڪري ويس. اھڙيءَ طرح، ھن ولايت ۽ ڪرامت جي صاحب پنھنجو آستانو ۹، ذي القعد ۱۱۸۹ھ ۾ ھن فاني دنيا مان ڪڍي، دارالبقا ۾ ڳاھيو. پروقت ٿي آخوند عبدالله کي اطلاع مليو، جنھن غسل ڪفن جي تياري ڪئي. جنازي سان ھندو خواہ مسلمان تمام گھڻي تعداد ۾ ساڻ ھئا. سندس خاڪي جسم کي اسٽيشن جي اولھہ ۾، جو اڄڪلھہ خانگاھ جي نالي سان مشھور آھي، سپرد خاڪ ڪيو ويو. سندس وفات جي تاريخ سندس فرزند ارجمند فقير محمد محسن ”بيڪس“، جو ان وقت چوڏھن سالن جو ھو، ھيٺينءَ ريت چئي آھي:

رمز رنديءَ جو عجائب روھڙيءَ ۾ راز ھو،
نالي بيدل بادشہ بيشڪ اتي شھباز ھو.
موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرفراز ھو،
حلاج جي حالت ۾ ھردم من خدا ممتاز ھو.
پير مغان جي پيش ھڪ حقيقت مجاز ھو(١)،
’ھماوست‘ واري حال ۾، ’محمود‘ سو ’اياز‘ ھو.
درد واري دين ۾، ھو دير وحدت باز ھو
عشق جي اوتار سان دلدار دست و راز ھو.
ھن تماشي گاھ ۾ اٿوت سندي آواز ھو،
مرضيءَ موجب پانھنجي سو سير صفاتي ساز ھو.
سال ٻارنھن سو، اٺانوي ۾ سوز گداز ھو
سورھين ذوالقعد جي، ھاديءَ سندو پرواز ھو.
بيدل مرشد منھنجو سائين غريب نواز ھو،
”بيڪس“ خادم درسند مِ کي عشق جو آغاز ھو.

(١) ھڪ حق ۽ مجاز ھو.



مسجد ۽ مزار جو ٻاهريون ڏيک



فقير بيدل ۽ بيڪس جي مزار جو اندريون ڏيک

هو ٻانڻ فقير صاحب جي ڪچهريءَ ۾ موجود هو، جو هڪڙي ڀيري اچي حضرت علي عليه السلام جي مرتبي ۽ منزلت بابت ڪاٿي سوال پڇيو، جنهن تي فقير صاحب جا وار ڪڙا ٿي ويا ۽ في البديهه هيٺيون نظم چيائين:

(١) تجلي وحدت مطلق ولي الله علي برحق،
ڪند حجب دوئي را شق ولي الله علي برحق.

(٢) محيط ذات او گوهر، معاني فيض را اختر،
رخش انور زماه و خور ولي الله علي برحق.

(٣) ڪليد گنج لاهوتي، فتوح باب باهوتي،
عليم سرِ هاهوتي، ولي الله علي برحق.

(٤) علي المرتضيٰ حيدر، وصي المصطفيٰ صفدر،
صفي و مجتبيٰ سرور، ولي الله علي برحق.

(٥) ۾ خمس طيب شمرش، ۾ خلفاي اربع نگرش،
۾ بين هر داخل عشرش، ولي الله علي برحق.

(٦) آئمه دين پيغمبر، دوازده تن ز جان بهتر،
نخستين شان بود حيدر، ولي الله علي برحق.

(٧) محب شاهه مردان شو، مريد شير يزدان شو،
چو بيدل بنده ايشان شو، ولي الله علي برحق.

فقير صاحب ٻارهن امامن جي شان ۾ هڪ نظم لکيو آهي، جو سندس درگاهه تي گهڻو ڪري ڳائبو ايندو آهي:

آفروخت عشق شمع جمال محمدي،
شد مرتضيٰ ظهور ڪمال محمدي.
حضرت حسن شعاع همان آفتاب بوده،
شبير شمس نور جمال (١) محمدي.
زين العبا و باقر و جعفر صفات اوست،
ڪاظم و رضا است مظهر حال محمدي.
تقي و نقي و عسڪري القاب وي شده،
مهدي است موبه موي مثال محمدي.
بيدل ز عشق بهره دهندت بگو به صدق،
صلوات بر محمد و آل محمدي.

---

(١) جلال.

جنهن تي ڪيس ڪافي سڏڻون لکي موڪليائين. سندس بصيرت اُجري هئي جو جيئن ئي
ته ميان جان الله شاه ٽين کي هڪ سال محرم جي ناٿينءَ تاريخ سبق وٺڻي ڏنائين.
دستور موجب ڪربلا جي تعزيه جي ڪڍڻ وقت سيني روهڙيءَ جي سادات کي ڪراڻ
لاءِ ماڻهو ويندو آهي. ماڻهن جو به ڪافي هجوم هوندو آهي؛ تنهنڪري سيني سادات
کي قاصد جو انتظار هوندو آهي ۽ ماڻهوءَ جي اچڻ شرط تي تياري ڪندا آهن،
ته جيئن سولائيءَ سان هجوم مان لنگهي وڃون. شاه صاحب کي به اهو انتظار هو،
جنهنڪري پڙهڻ سان چت نٿي لاٿائين. فقير صاحب اهو حال ڏسي، فرمايئن ته "توهان
اطمينان ڪريو، جڏهن امام جي تعزيه ڪڍڻ جو وقت ٿيو، تڏهن آءٌ ازخود اوهان کي
خبر ڏيندس." جهٽ نه گذري ته فقير صاحب ادب ۽ احترام وچان اٿي بيٺو ۽ صلوات
پڙهڻ شروع ڪيائين، ۽ چيائين ته "هيٺر شاهزادن جي سواري وڃي ٿي، تياري ڪريو."
شاه صاحب تکڙو تکڙو ويو ۽ تعزيه ڪڍڻ جي عين وقت تي پهتو. ساڳئي واقعي
بنسبت سيد پيرڏنو شاهه، ساڪن روهڙي، پنهنجي استاد مرحوم مولوي سيد غلام مرتضي
شاه، ساڪن روهڙيءَ کان روايت ڪري ٿو ته فقير صاحب اوائل ۾ سندس موجوده
عاليشان کان اٽڪل چاليهارو قدر پري، هڪ لکريءَ تي، جا تخميناً ... فوٽ کن
اوچي آهي، رات جو رهندو هو. جان الله شاه ٽيون، وٽس تعليم وٺندو هو.
انهن محرم، صاحبزادي فقير صاحب کان موڪل گهري ته اڄ رات سون کي موڪل ڏيو،
جو رات ڪربلا جو تعزيه ڪڍندو. فقير صاحب ورائي ڏني ته "توهان اچجو، جڏهن
اهو وقت ٿيو، تڏهن آءٌ ازخود اوهان کي اطلاع ڏيندس." شاه صاحب استاد جي
حڪم موجب آيو، پر تعزيه جي انتظار ۾ پڙهڻ سان چت نه پيو لڳيس. ڪا مهل
ٿي ته فقير صاحب اٿي پيو. سندس وار ڪڙا ٿي ويا ۽ ٻانهن تکڙو تکڙو ٿڙڻ لڳو،
جيئن ٿو ٿي، تيئن جو ڪنگي وڃس ۽ ليڙيون ٻانهنو وڃي هيٺ پيتو. شاه صاحب
به پنهنجي طرفان گهڻي ڪوشش ڪئي ته فقير صاحب کي بچائي، پر بيسود. فقير صاحب
روئي روئي ساهو ٿي پيو. ٿوري وقت کان پوءِ، شاه صاحب کي ڏسي چيائين ته
"توهان اڃا ويٺا آهيو، هو ماتم جي تياري آهي." شاه صاحب وڃي ڏسي ته واقعي
ماڻهو تعزيه ڪڍڻ لاءِ تيار ويٺا آهن، اهي ڏسڻ تي شاه صاحب فقير صاحب کان پڇيو ته
"قبلا توهان ڪيئن سمجهيو؟ ڇاڪاڻ ته آءٌ عين وقت تي وڃي پهتس." فقير صاحب
فرمايو ته "توهان پوري وقت تي پهتو، بس آهي!"

فقير صاحب امام حسين عليه السلام جي شهادت جي باري ۾ هڪ مرثيو
لکيو آهي، جنهن جو مطلع آهي:

ڪربلا ۾ شاه جڏهن مهمان ٿيو،
درد غم جو ات وڏو گهمسان ٿيو.

ازانسواءِ حسنين ڪريمين عليهما السلام جي شان ۾ هڪ ننڍو رسالو "قرة العينين في مناقب السبطين" جي نالي سان لکيو اٿن.

بعض اوقات شيعن ۽ سنين کان ڪناره ڪشي ڪري ڇڏي ٿو، جو سندس خيال ۾ ٻئي فرقا حقيقت کان پري آهن. فرمائي ٿو:

"مذهب جو مونجهارو ڇڏي ذاتي ڪنهن ڏي ڪام ڪر،
شيعي سني ڪون پيچ پري، رخ رمز واري راهه ڪر."

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

"مذهب دا سڀ ڪوڙا جهڳڙا۔ وحدت دا ڪهن راهه"

مذهب جي ڳالهين ۾ آزاد خيال آهي ۽ قرآن شريف جي آيتن "لَا اِكْرَاهَ فِي الدِّين" ۽ "لَكُمْ دِيْنُكُمْ وَلِيَ دِيْنِ" تي پورو پورو عامل آهي.

سندس خيال ۾ مذهبي تعصب کان آجو ۽ آزاد ڪرڻ وارو آهي عشق. جيسين انسان عشق اختيار نه ڪندو، جو سندس خلقت جو باعث آهي، تيسين وحدت جي راهه کان گمراهه رهندو ۽ حقيقت سان هڪ ٿي نه سگهندو. عشق کي ئي رهبر، هادي، پير، پيغمبر سمجهي ٿو، جو وحدت جي راهه ڏيکاريندو ۽ جنهن کي عشق سائي ٿي راهه ڏيکاري، تنهن کي ڪو ڪونه گمراهه ڪري سگهندو. فرمائي ٿو:

"جيهڙون عشق بتاوي راهه۔ تيهون ڪون ڪري گمراهه."

عشق محبت جو ڪاٿو ڪري نٿو سگهجي، البت تصور ڪري سگهجي ٿو. فقير صاحب جي عشق جو اندازو هيٺين مصرع مان لڳائي سگهجي ٿو:

"روز ازل ڪنون بيدل بڌ ڙل
عشق والا احرام"

فقير صاحب جي خيال موجب مذهب اختيار ڪرڻ سولو آهي، انهيءَ کان، جو صوفي ٿجي، جو آتي سر جو سودو آهي، سڪڻن جو ڪم نه آهي، جيئن نه فرمائي ٿو:

مذهب دي ڳالهيان تون پڙها،    هڪ پل وچ آڏاويڱا.
صوفي لا مذهب مستي وچ،    انا الحق الاويڱا.
شيعا سني ٿيون سوکا،    صوفي ڪون سڏاويڱا.
بيسري دا منصب اوکا،    سولي سر چڙهاويڱا.

پنهنجي سي حرفين ۾ هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:

ع۔ علوم مذاهب دا سڀ، سبق سلوڪ دا پڙهنا،
جتان ڪتان رانجهن وسدا ڪامل ويس ڪرنا،
وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ هيڪو حرف پڪڙنا،
مول نه مڙنا.

فقير صاحب فقر ۾ اعتقاد رکڻ تمام ضروري ٿو سمجهي. فقر جي منڪر کي خدا جو دشمن ٿو سمجهي، گويا فقر ۾ اعتقاد رکندڙ خدا جو دوست آهي. فرمائي ٿو:

"ڪسي ڪه او منڪر فقر است بيدل
عدوي خاص رب ذوالمنن بود"

مولانا رومي به عشق جو مذهب سڀني مذهبن کان نرالو ٿو سمجهي،

"ملت عشق از همه دينها جدا است،
عاشقان را مذهب و ملت خدا است"

بيدل جي عقيدي موجب مذهب جي منزل اوري آهي، ۽ عاشق جي منزل دور ا

"مذهب دين دي باتين اوري،
عاشق ويندي اڳي اڳي"

---

# بيدل جي شخصيت

ڪن ماڻهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪوبه فرق ڪونه هوندو آهي. سندن تحرير خواهه تقرير، سندن نشست برخاست، اعمال ۽ افعالن جو آئينو هوندي آهي. ۽ ڪن جو فعل الڳ ته قول الڳ. اهڙا ماڻهو پاڻ کي ٻاهي ڪري، زماني جي تصوير پيش ڪندا آهن. تنهنڪري هرهڪ اديب ۽ شاعر کي صحيح طور تي سمجهڻ لاءِ سندس دؤر ۽ سندس ماحول جو مطالعو ضروري آهي.

بيدل جو اهو زمانو آهي جنهن ۾ مٺن سچل سرمست جو ڪلهوڙن اڳ زدي ٿي. ٽالنڪ يوسف سان وقت بوقت صحبتي ٿي ٿو. سيوهڻ ونڊي ۽ موتڪدي نوشهري فيروز ۾ شاهه نصير سان ملاقاتي ٿي ٿو. فقير محمد صلاح سان، جنهن جي لاءِ چوٿي آهي ته "ٻاڏي محمد صلاح، ڏاڏي پاڻ الله"، سندس گهڻو ڪري روزانو روح رهاڻ ٿي ٿي. مڪاني ماحول ۾ اهو آهي جو سندس والد ۽ وڏا درويش منش ۽ درويش صفت ٿي گذريا آهن. پاڻ درويشن جي دعا سان ڄاڻو. درويشن جي دعا سانس شامل رهي، ۽ هميشه درويشن جي صحبت ۽ فيض جو طالب رهيو. اهڙن اثرن ڪري سندس رهڻي ڪهڻي بلڪل سادي ۽ سودمند رهي. سادي ايتريقدر جو نفس کي ڪو نڪر سليو ته وڃي، نه ته نيو پلو؛ ويلن جا ويلا لنگهي وڃن، پر پاڻ لاءِ ته ڪنهن به گهر لاءِ به گهر ۾ ڪنو ڪونه چڙهي. "الفقر فخري" جي گويا صحيح نموني ۾ پيروي هئي. ۽ جيڪڏهن ڪو نڪر آيو به، ته به اڻ مان اڌ ڪنهن ولي خدا جي درگاهه تي موڪليو ۽ ٻوڙ ۾ پاڻي گاڏي، بسواد ڪري کائيو. ٻئي جي لڳائي هوندي ته پاڻيءَ لاءِ ڪنهن کي سوال نه ڪيو ۽ پاڻ ڀري پيتو. تاهم وحدانيت جي خوشيءَ ۾ منهن جو رنگ اهڙو ڳاڙهو هوندو هو، جهڙو البم. سونهاري شريف ڏاڙهي "دڻ" تي پٽي پوندي هئي. سندس ڏکي پيشاني پٽي هروقت ڀڪندي هئي. سندس منهن موڪرو مٺادار ۽ ته پورو ٻنو هو. وار ڪلهن تي پيا پوندا هئا. منهن ۾ اهڙا رونق ۽ مڪ ۾ اهڙا مٺڙ سرلي، جو جيڪو به جيڪر آيو ته اُٿي جي نه سگهندو. امير ۽ نواب جي در تي نه ويو. جيڪي نذرانو اچي سو سڀ لنگر ۾ هلائيو. مطلب ته بقول شاهه صاحب:

هڪ وڏاڙون ٻگرين، جوڳي ڪندا جيڃ،
طلب نه رکن طعام جي، اوتيو پيٽن اڃ،
لاهوتين لطيف چئي، من ماري ڪيو مڃ،
ساميءَ ڄاڳي سڃ، وسڻ کي وڃها ٿيا.

پوشاڪ ڏسو تہ بلڪل سادي. بدن تي جوڙيءَ جا ڪپڙا ڪارا ڏوتل، ڪلهن تي گيڙو رنگ چادر ۽ مٿي تي تاج ٽوپي. باوجوديڪ کين ڪافي سجا مٿي، تڏهن بہ سيدن جي ايتري عزت ڪندا هئا جو جيڪڏهن ڪو سندن ننڍو ٻيٽڙو ٻيٺو هجي تہ سروقد اٿي بيهندا هئا. نياڻين ۽ ڀيڻين ڀيڻن جي ڪچهريءَ ۾ سڀ کي ٻيٺو ڏسي هيٺ ڏٺي مٿي تي رکي، تہ پاڻ هيٺ. پاڻ کي هميشہ ننڍو ڪري سڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪو وٽن فيصلي لاءِ ايندو، تہ کيس هدايت ڪري ۽ بار بار چوندا تہ "بابا اوهو اهو آهي، جو ٺيڪ آهي". جيڪڏهن ڪو دعا طلبي، سگهي ڌاڳي ۽ تعويذ وغيره لاءِ ايندو، تہ کيس چوندا تہ "حاجي شاهہ يا ڪنهن ٻئي وليءَ جي درگاهہ تي وڃ عدا جي ساڻي ڏيهي ۽ اتاهون جي خاڪ ۽ تيل ڪم آڻ". پر انهيءَ هوندي بہ جيڪڏهن ڪو تعويذ لاءِ گهڻو ستائيندو، تہ تصديق پڙهي ساڻ هٿيون بہ سٽون لکي ڏيندا ۽ انهن ۾ پنهنجي طرفان "يالطيف ياڪريم ياڪبير ياڪريم" اضافو ڪيو. ڪجهہ تصديق جي برڪت ڪجهہ فقير جي دعا، وهواري جي حاجت روائي ٿي ويندي.

"هو الحبيب الذي ترجي شفاعته ـ لكل هول من الاهوال مقتحم"

انهيءَ جو ترجمو ڪنهن صاحب هيٺينءَ طرح ڪيو آهي:

"ڏٺو دوس الله جو شافع شفاعت،
حامي ٿيو هولن ڪون اهڪابون امت"

ڳالهہ ٿا ڪن تہ ڪنهن ٿڪا هڪڙي سالهوءَ ڪاٿي ذات پڇي. جواب ۾ چيائين تہ "بابا فقير جي ذات آهي ذات سان، جيڪا تو ۾ ذات آهي ساڻي فقير ۾ آهي."

پنهنجو آخرين آرام گاهہ اڳئين خيال ۾ اٿي اڃا مرائي ۾ ويهندو هو. سادگي کين تہ فقط حياتيءَ ۾ پسند هئي پر ساڻيءَ ۾ بہ. جيڪڏهن ڪن معتقدن ۽ مريدن سندس مزار مٿان قبي ٺهرائڻ ۽ خانقاهہ کي رونق ونائڻ جو ارادو ڪيو تہ کين خواب ۾ روڪيائين.

فقير صاحب درويشن ۽ بزرگن کان فيض پرائڻ جي خيال سان سير سفر ڏاڍو ڪيو. سيوهڻ شريف جو تہ خاص پانڌيڙو هو. ازانسواءِ ڀٽ شاهہ، دراز، مخدوم محمد اسماعيل (پيران لڪيا)، پير ڪوٽ، جهوڪ، تجل ۽ شاهہ خيروالا (روهڙي) جي درگاهن تي باقاعدي پيرو ڪندو هو.

فقير صاحب جي تندرستي تمام سٺي هئي ۽ گهٽ ڪري بيماري ڪان ٿيندي هئس. هڪ دفعي کين پاسي ۾ هڪ ڦرڙي اٿي جنهن اڀت تڪليف ڏني. ڊاڪٽر ساڻ مشورو ڪيو ويو، جنهن بيهوش ڪري لٿڪي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. فقير صاحب فرمايو تہ "بابا اسان اڳئي بيهوش آهيون، توهان پاڻي پنهنجو ڪم ڪريو." انهن جي

فقير صاحب ڪنهن ٻئي ڪئي "مثنوي" مان بيت پڙهڻ شروع ڪيا ۽ پاڻ انهيءَ محويت ۾ اچي وڃڻ جو ميسرائي به نه پيا ٿين. پي شايد آخرين بيماري ٿي جا پل ٿيا بيت صبر ۽ قلب جي سڪون سان ڪاٽيائين.

سنڌ حب الوطنيءَ جي ڪهڙي تعريف ڪجي! ٿري گهري وري روهڙي اچي وسايائين. فارسيءَ جي ڪنهن شاعر حب الوطني هيٺين نموني بيان ڪئي آهي:

حب وطن از ملک سليمان خوشتر
خار وطن از سنبل و ريحان خوشتر
يوسف که به مصر پادشاهي ميکرد
مي گفت گدا بودن کنعان خوشتر.

ان جي مقابلي ۾ فقير صاحب روهڙي ۽ روهڙيءَ جي حسين جي تمام سهڻن لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي.

زهي لوهري که چون جنات عدن است
سراپا مجمع آرام و امن است
زيارت گاه هر روشن ضميري
دليل راه هر جان منيري
مگر اين بلده چون بيت العتيق است
که جاي طوف مردان طريق است
وگر پرسي ز حال ساکنانش
سراسر جمع خاطر در امانش
ز حسن منظري هر جاش غلغل
بهر جا گل بهر جا شور بلبل.

انهن ماڻهن جنهن جي زندگي ۽ رهڻي ڪهڻي هر لحاظ کان اعليٰ هجي ۽ جنهن شريعت کان ولي ست منزلون طي ڪري معرفت جي مڪان ماهيو هجي، تنهن ڪي ماڻهو ماڊل سمجهي سندس هر ڳالهه ۾ تقليد ڪرڻ شروع ڪندا. انهيءَ ماڻهوءَ جو نول ڪرامت جو اثر رکندو، ڪونه ڪماليت واري هوندي ۽ سندس نقل ڪيا جو ڪر ڪندي. سندس اثر ٻڌائين جنهنجي پٽ محمد محسن تي پيو جو امانت جو صاحب ٿيو. سندس مصاحب به چڱيءَ منزل کي پهتا. راڳ سان گڏ رياضت شروع ٿي ۽ چڱا مرتاض ماڻهو پيدا ٿيا. سندس شاعريءَ جو اهو اثر ٿيو جو روهڙيءَ ۾ چڱا چڱا شاعر پيدا ٿيا، جهڙوڪ سيد نواب شاهه، سيد محب علي شاهه، قنبر علي بخش وغيره. سندس رهڻي ڪهڻي ڪري هندن ۽ مسلمانن ۾ برادري ۽ پاڻپي وڌندي

ويٺي، هنن مان پاڻي پارو شاهه ۽ بابا نيراج جهڙا درويش پيدا ٿيا. ظاهرين ماڻهن سندس عشقيه زندگيءَ جي تقليد شروع ڪئي. ايتريقدر جو سهڻي جا ستايل ۽ فراق جا قتيل جت ڪٿ محبوبن جي سلاميءَ لاءِ سڪندا وتن. اسڪولن ڪالجن ۽ بند ٿيڻ جي وقت تي بقول "جامي"

يار من در مکتب و من بر سر ره منتظر
منتظر بودم که يارم با کتاب آيد برون.

گهٽ جهليو بيٺا رهن. اها بيماري عام خاص ۾ پکڙجي ويئي. اگرچه ڪثرت ۾ گهڻو ڪري خرابي به هوندي آهي، پر هت پاڪيزي ايتري هئي جو خواب ۾ به خرابي ڪانه هئي. مجازي منزل کي پار ڪرڻ ۽ حال حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻن ويراڳين به ڪيون ۽ پيدل کي عشق جو اوتار سمجهي سندس خانقاه تي نوراتا ڪڍيا. اهو

"عشقش نه منصبي است که هر خس بدو رسد"

هن ماديت جي دور ۾ اگرچه نفسي نفسي لڳي پئي آهي، روزگار جي تنگي آهي، محبت ۾ مزو نه رهيو آهي ۽ زماني جي رنگ ٻي اور ٿي ويو آهي، تاهم جهڙن پڻ اولياءَ الله جون درگاهون خالي نه آهن، تيئن هت به هر وقت رونق آهي، بقول شاهه صاحب:

ساري رات سڀحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڳو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اڄ آسن ان جي.

# بيدل جو شعر ۽ شاعري

هر ڪنهن انسان کي پنهنجي عمر، ماحول، درڪ ۽ درجي آهر شيون وڻن ٿيون، مثلاً ننڍڙو ٻار رنگين چيزون، رانديڪا ۽ ڳاڙهي جهڙيون شيون پسند ڪري ٿو. جڏهن وڏو ٿئي ٿو ته تنهن سندس پسنديدگيءَ جو معيار به بلند ٿئي ٿو ۽ وقتي رنگيني ۽ مصنوعي شين کان سنهن سٺي اصليت وارين شين جو خيال ڪري ٿو. حسن ۽ حسين چيزن جو وڻڻ به اهڙو ئي آهي، پهريائين انسان ڪنهن نه ڪنهن انسان يا چيز کي پسند ڪري ٿو، پر جڏهن سندس ادراڪ ۾ اضافو ٿئي ٿو ته مادي ۽ فاني شين کي ڇڏي، انهن جي تلاش ۾ رهي ٿو، جي غير فاني آهن. ازان سواءِ حسن حسن ۾ به فرق آهي. عام طرح جو حسن سمجهيو وڃي ٿو، سو عارضي آهي ۽ حقيقي نه آهي، پر فاني ۽ غير حقيقي هوندي به منجهس ڪشش ۽ جاذبيت آهي! تنهن لاءِ ڪن صاحبن جو خيال آهي ته اهو حقيقي حسن جو اولڙو آهي. جهڙيءَ طرح آس اجهل ڪري پٽ اچي ٿي، پر اها اجهاڻ اوستائين آهي جيستائين سج پيو آهي ۽ سج لهڻ سان اجهاڻ غائب ٿي وڃي، تهڙيءَ طرح جن چيزن ۾ حسن نظر اچي ٿو سو به عارضي ۽ مستعار آهي ۽ حقيقي حسن جو اولڙو آهي.

سڄيءَ ڪائنات اندر هر مخلوق شيءِ ۾ اها هڪ روشني آهي، جا مختلف شڪلين ۽ حالتن سبب جدا جدا رونق ۽ رعنائي ڏيکاري ٿي. مثلاً سج جي روشني هڪ آهي ۽ هر حالت ۾ ساڳي آهي، پر جڏهن آئيني تي پوي ٿي تڏهن اهڙو اولڙو ٿئي ٿو، جو هرڪا اک ان جو تاب سهي نٿي سگهي. ڳرچ پاڻي نه مڙيوئي پاڻي آهي، پر درياهه جي پاڻيءَ ۽ تلاءَ جي پاڻيءَ تي به سندس تجليءَ ۾ نمايان فرق آهي. ماڪ جي ڦڙن کي نه موتين وارو آب بخشي ٿي. صوفياءِ ڪرام جي اصول موجب، اهائي هڪ دائمي روشني آهي، جا ڪنهن نه ڪنهن فاني چيز جي معرفت ڪشش جو باعث بڻجي ٿي. اهوئي هڪ روح يا جوهر آهي جو هر چيز کي حلائي ٿو؛ اهوئي نور آهي جو هر شيءِ کي رونق بخشي ٿو. وجود مطلق آهي پر مختلف صورتن ۽ شڪلين ۾ مقيد ٿي ظاهر ٿيڻ ڪري مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو. اهو اهڙوئي مثال آهي جيئن انسان جي جسم ۾ گهڻيئي عضوا، ٻانهون، رڳون ۽ اعصاب آهن، ۽ هر هڪ عضوي ۽ هر هڪ رڳ جو پنهنجو پنهنجو ڪم آهي، پر روح فقط هڪ آهي جو هر عضوي ۾ آهي ۽ گويا هر هنڌ آهي ۽ ڪنهن به عضوي جو ڪوبه ذرو ان کان خالي نه آهي، پر انهن ڪوبه ساڳيو دعوا سان تعين ڪري نه سگهندو ته روح جي رهڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي، جيتوڻيڪ مختلف عضوا ۽ مختلف رڳون پنهنجو پنهنجو ڪم ڪن ٿيون

جو ڪين مقرر تي مليو آهي، تاهم اهو هڪ ئي روح آهي، جو سڀ ڪجهه ڪري رهيو آهي، ۽ جڏهن پرواز ڪري ٿو ته سڀ چپ. اهڙيءَ طرح سڄي ڪائنات ڄڻ هڪ خاص هستي آهي، جنهن جا لکين ۽ ڪروڙين عضوا آهن، جن جون مختلف ۽ گوناگون شڪليون آهن پر هرهڪ جو ڪم جدا آهي، ۽ درحقيقت اها هڪ هستي آهي جا سڀ ڪجهه ڪري رهي آهي. جيتوڻيڪ ڪائنات جي هر ذري ۾ موجود ۽ هرهنڌ آهي، تاهم يقين سان چئي نٿو سگهجي ته ڪٿي ۽ ڪهڙي هنڌ آهي. انهيءَ لاءِ انهيءَ هستيءَ کي اسين چئون ٿا "خدا". انهيءَ اصول کي صوفي چون ٿا "وحدت الوجود" يا "همه اوست"، يعني هر چيز کي خدا تعاليٰ جو مظهر تصور ڪندي سالڪ عشق ۾ ايترو وڌي ٿو جو ڪيس مظهر جي بجاءِ خود خدا ڪري سمجهن ٿا ۽ ان چيز جو نالو نشان گويا وڃائي ڇڏي ٿو.

ايڪ تصور، درلکي ڪوڙين ڪثي ڪري ڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرکي، تيڏانهن صاحب سامهون. (شاهه)

بسڪه در جان فگار و چشم بيدارم توئي،
هر ڪه پيدا مي شود از دور پندارم توئي. (جامي)

انهن جو خيال ايڏو بلند ٿي ٿو، جو ڪفر ۽ اسلام جو سڀڪو سنڌو لنگهي، "هو" ۾ محو ٿي وڃن ٿا ۽ سواءِ "هو ئي هو" جي ٻيو نه ڪي ڪين سمجهي ٿو، نه ڏسي ٿو، ۽ وجد جي حالت ۾ "انا الحق" جو دم ڀرڻ شروع ڪن ٿا. فقير بيدل انهيءَ "وحدت الوجود" جي اصول جو قائل ۽ حامي هو.

فقير صاحب سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ جيڪو ڪلام چيو آهي سو گهڻو ڪري ڏوهيڙن، بيتن ۽ ڪافين جي صورت ۾ آهي. انهن ۾ جن ڏوهيڙن ۾ ٻنهي هستيءَ کي "همه اوست" ۾ سمائيندڙن ۽ گم ڪندڙن جي تعريف ڪئي اٿس، تن کي ٿالو ڏنو اٿس "وحدت نامو". "فرائض صوفيه" ۾ ان تي باقاعدي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪئي اٿس. نفي ۽ اثبات تي ڪافي روشني وڌي اٿس. جڏهن طالب کي اثبات حاصل ٿيندي، تڏهن ئي محبوب حقيقيءَ جو منهن ڏسندو. فرمائي ٿو:

"لا إله دے شيشے ڪولون ماهي مک وکالونڪا"

"سرود نامو" ۾ جو ڪافين جو مجموعو آهي، تنهن ۾ ان جابجا ان جي تائيد ڪئي اٿس. بار بار فرمائي ٿو ته خدا انساني پوشاڪ پهري جدا جدا نالن سان پاڻ کي ڪوٺائي ٿو.

١- سمجھ رک مالک سچا، ڏس ھوبھو محبوب آه،
"ثم وجہ الله" ڪئين سڻ، سؤ ھڙ محبوب آه.

---

٢- آءُ، پلي آئين يار جاني، وڪوڙڪي انساني!

---

٣- ڪري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سماياسي،
صفت ۾ پانھنجي رائي، سوين نالا سڏاياسي.

---

٤- يار ھيرنگي نور نھائي، ڀري ھوش آيو انساني،
سھس ويس سان ھاڻ سينگاريو.

---

٥- حسن بسونت بھار ھيرنگي، چمن ڪليا چوڌاري،
"ابنما تولوا" عشاقان نون آپ ڏٺس دلداري،
"ثم وجہ الله" ويک تماشا، چار طرف گلزاري!

## ڪافي روپ مٿي

غاڪي ڪيڙم ويس، آھيان ٿت نور نيارو.

١- اچي لاھوم اٿھين، عبديت جو آيس.
٢- ڪافي چاڪر چائيان، ڪافي خاصو رئيس.
٣- ھڪ ڏکيان ڀولاھيان، رنگا رنگ لبيس.
٤- ڪافي سالک سڏريل، ڪافي عين اويس.
٥- سيوھن سجدا ٿو ڪريان، بيدل ٿي درويش.

خداوند تبارڪ و تعاليٰ سوڻھن جو ڳجھو خزانو ھو. دنيا انھيءَ لاءِ خاتيائين ته مخلوق سندس حسن جي تعريف ڪري. اھو سمورو خيال ھن طرح ادا ٿو ڪري:

## روپ ڏيھي

عشقون آيو آيو، صورت ويس ۾ سھڻو.

(١) "ڪنت ڪنزاً مخفياً" سڻ، لالن ڪنھن ته لڪايو.
(٢) اچي انسان ۾ ڪيائين اظھاري، ھر ھڙ ۾ ھايو.
(٣) رنگين رنگين، ڀاتين ڀاتين، نور نظارو لايو.
(٤) ڪاٿي ھندو، ڪاٿي مومن، اھو وکيائين رايو.
(٥) بيدل آئيم ٿئين ويساھ، جئين سائين[٤] سمجھايو.

انگريزي شاعر Keats چيو آهي ته

"Beauty is Truth and Truth is Beauty— that is all ye know on earth, and all ye need to know."

"حسن حقيقت فرق نه پائيج عاشق ڪر اعتبار"،

اهو صاحب جي خيال موجب انسان خود طالب به آهي ۽ مطلوب به، "خلق آدم علي صورته" موجب خدا کان غير ناهي. جنهن صورت ۾ هو ان ۾ دستي مطلق آهي، تنهن صورت ۾ ڪنهن ان کي بندو سڏائڻ ۽ سمجهڻ نه گهرجي. فرمائي ٿو:

ڪافي روپ سهڻي

ٻانهن ٻيهون تون آهين، ڪيچ ڌڻي جو ڪاهين!
١- صاحب آهين ڪيچ وٺي جو، پرٿ جو ٻانهن ڪي پانهين!
٢- "خلق آدم علي صورته"- غير خدا جو ناهين،
٣- 'عبوديت' کي 'احديت' پر لائن جو نه لڳائين!
٤- بيدل ٻانهو ناهين تون هرگز، جو تو ڪوڙ ڪمائين!

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

واقف، وسيع هي ٿيالوجي، توري ٿو نڪو موجود ٻيو،
شڪ شرڪ وارو دور ڪر، وحدت جو تو اقرار ڪيو،

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

مورک پرجهه ڪي ٻانهن ڪي، مورون جو آهين ڪير تون،
ٻيءَ جان کسون بيزار ٿي، پرچ سدا سي پير تون،
آهين تون مالڪ ملڪ جو، تنهن ۾ نه جاڃج غير تون،
تحت الثري ۽ عرش تي موجود بالا زير تون.

ڪافي روپ جهنگلو

معنيٰ وجودي ڪر سڃي، آهين سدا موجود تون،
ڪنهن جي عبادت تو ڪرين، سا ڪيو آهين معبود تون.
١- ڪاڏي ڪرين ترڪ تو قصد، دارين جو مقصود تون،
سر سنوري پنهنجو سمجهه، ملڪن سدا مسجود تون.
٢- جڏهن سڏ بهشتي باغ جي، ملڪوت ۾ مشهود تون،
'غزني' جو هنڌ جو اوهين، مورون ملڪ "محمود" تون.
٣- بيدل ٻرهم اختيار ڪر، جي تو گهرين بهبود تون،
ڌوڌون ڀانئيون ڪج تهڙ، آهين سڀ موجود تون.

## ڪافي روپ بردو

ڪعبو قدسي تو ۾ سان،
ڪرم ڪڍڻ ڪعبي جي ڪاڻ!

١- "الانسان سري وانا سره"
رمز پروڙ، اها منجهه ڳاڻ.

٢- ملڪ فلڪ سڀ تنهنجا ساجد،
. سالڪ پنهنجو پر سڃاڻ!

٣- ڪرسي عرش امر تنهنجي ۾،
وحدت جو تو منجهه وٿاڻ.

٤- ڪعبي جو تون آهين مالڪ،
بيدل بيو تان وهم نه آڻ،

جڏهن انسان خود ذات حقيقي آهي، تڏهن ڪيس اکيون کولڻ گهرجن ۽ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ گهرجي. فرمائي ٿو:

توهون ٻاهر ڪين ڪي آهي - پاڻهنجو پاڻ ۾ ڦول،
"من عرف" جو ڪر نظارو - بيدل اکڙيون کول!

علامه سر محمد اقبال لکيو آهي ته "موجوده زماني جا علوم ۽ فنون خدا کي ڳولڻ کان روڪين ٿا."

دانش حاضر حجاب اڪبر است،
بت پرست و بت فروش و بت گر است.

ساڳيءَ طرح دنيوي عقل به انسان کي گمراهه ٿو ڪري. انهن ٻنهي جو علاج آهي عشق. فرمائي ٿو، "جيستائين عشق اختيار نه ڪبو، تيستائين پنهنجو مقصد حاصل ڪري نه سگهبو."

اهو ساڳيو خيال گهڻو وقت اڳ فقير صاحب بلڪل مختصر، سادن ۽ صاف لفظن ۾ آندو آهي:

"علم و عقل ڪڍن لئي ٻري - هڪ سوز جي صلاح ڪر"

۽ سچ پچ سيانا اهي آهن، جيڪي ظاهري شرعي ۽ دنيوي علم کي ڇڏي، عشق ۽ محويت حاصل ڪن ٿا.

١- ڪن مطالع محويت ڪسي-نقد، ڇڏيون فرزانا

٢- مذهب واري قيد کون بيدل، عشق ڪندو آزاد

عشق کي بيدل خدا جي نعمت سمجهي ٿو، جنهن لاءِ شڪرانا بجا آڻي ٿو.
١- عشق عطا الاهي هي - بره نہ چيز بهائي هي

٢- عشق عطا ڪيائون تو کي - بيدل ڪر شڪرانا
هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:
عشق بازن جا منصب عالي - منڪر جو مٺون ڪارو.
انسان جي خودبيني، کيس عشق کان روڪي ٿي ۽ معشوق حقيقي جي ملڻ کان جدا آهي. جڏهن خوديءَ جا خطرا گهر ڪيا، مستي ستائي، وجود وڃائجو، ۽ پڻ کان پاسو ڪيو، تڏهن لاهوتي لال ٿيو. فرمائي ٿو:

## ڪافي روپ آسا

سڀ رمز وجود وڃاوڻ دي،
نهين حاجت پڙهن پڙهاوڻ دي!
١- اکران دے وچ جسوئي ازبا،
عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا،
'اثباتي' دا علم جو پڙهيا،
سوچ انهين سر ساوڻ دي!
٢- بارش بره دي جنهن سر آئي،
سوز عشق وچ جالي سدائي،
بي دردان نون گل نہ ڪائي،
درد دے درد دکاوڻ دي!
٣- نال دليل نہ لبهي دلبر،
عقل نہ اوڏانهون ٿيي رهبر،
سمجهي سار ڪو سوئي سي سر
شاهي طبل وڄاوڻ دي!
٤- بحر عميق سين جوئي اوسي،
ذهن فڪر دا دفتر ڌوسي،
ساري سڌ انهين ڪو هوسي،
ذات صفات سماوڻ دي!
٥- بيدل ڳالهه وحدت دي من توڻ،
طاهر وهم دوئي دا پن تون،
وچ عروج نزول دے آهن تون،
لذت آوڻ جاوڻ دي!

بدل جيڪو سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪلام چيو آهي، سو موزون به آهي ۽ غير موزون به. "وحدت نامو" ڊوهن جي صورت ۾ آهي ۽ "مرود نامو" ۾ ڪافيون آهن، ۾ انهن مان ڪن جي ظاهري صورت فارسي غزل جهڙي آهي، تنهنڪري انهن کي موزون سڏي سگهجي ٿو: مثلاً اهي ڪافيون، جن جا مطلع هيٺ ڏجن ٿا:

١- عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو

---

٢- هر طرف ساجن وسي، مستي چڙهي هشيار کي

---

٣- معنيٰ وجودي ڪر سهي، آهين سدا موجود تون

---

٤- سمجهه رڪ سالڪ سچا، ڏس هر بهو محبوب آهه

---

٥- غير ڪنهن خاصي خمار کي، سالڪن ڪيا سر فدا

---

٦- ڪري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سمايا سي

---

٧- دعوا دورنگي جي ستي، وحدت ڏي چت جو چاهه ڪر

ازانسواءِ شعر جي هر ڪنهن صنف ۾ ڪجهه ڪري طبع آزمائي ڪئي اٿس. اهڙو مثال سنڌ جي صوفي شاعرن ۾ ڪو بدو لڀندو.

دل جي جذبات کي ڪنهن سهڻي ۽ مؤثر نموني ۾ ظاهر ڪرڻ کي شاعري چئبي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾، علم عروض جي قاعدن جي پابندي مشڪل ٿي پوي ٿي، انهيءَ مد نظر تي مولانا روميءَ فرمايو ته "من ندانم فاعلات فاعلات - شعر مي گويم به از آب حيات". ۽ فقير صاحب جو حوصلو اهڙو بلند هو، جو ڪڏهن به اهڙي دعوا نه ڪئي اٿس.

بدل انهيءَ زماني جو شاعر آهي، جڏهن اردو زبان؛ سنسڪرت، عربي ۽ فارسي جي تيغ تي ڏاڪي. ۽ قوري تي عرصي اندر، سنجوس اهڙي واڌ ٿي، جو ١٨٢٥ع ۾ دفتري ٻوليءَ بڻجڻ جو شرف حاصل ٿيو. سنڌ جي هن همه گير شاعر جي دل گوارا نه ڪيو ته کيس نظرانداز ڪري؛ تنهنڪري جتي عربي، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ شعر چوندو هو، تتي هن ۾ به طبع آزمائي ڪيائين. ظاهر نظر سان ڏسبو ته جيڪي لفظ اردو جي "بابا آدم" شاعر "ولي" دکنيءَ جي شعر ۾ موجود آهن، سي ئي سنڌس شعر ۾ ڏسبا. مثلاً:

(١) جب سون زاهد نے سني اس رخ پر نور کي بات،
ڀول گئي اس سين ترے شوق سون سب حور کي بات. (بيدل)

بي وفائي نه کر خدا سون ڈر،
جگ هنسائي نه کر خدا سون ڈر،
آرسي ديکھ کر نهو مغرور،
خود نمائي نه کر، خدا سون ڈر. (ولي)

دوئي کے وهم سين بيدل تيرا دل گر هوا فارغ،
ظهورا ذات مطلق کا، جهان چاهين وهان هوگا. (بيدل)

رکھتا هے کيون جفا کو مجھ پر روا اے ظالم،
محشر مين تجھ سين آخر، ميرا حساب هوگا. (ولي)

اردو جي انهيءَ دور جي ٻئي شاعر، شاه مبارڪ "آبرو"، جي ڪلام ۾ به اهي لفظ ڪثرت سان ملن ٿا:

نين سين نين جب ملائے گيا،
دل کے اندر ميرے سمائے گيا. (آبرو)

ٻوليءَ ۽ لفظن جي لحاظ کان بيدل جو مقابلو اردوءَ جي ٻئين دور جي شاعرن سان ڪري سگهجي ٿو. ها مضمون آفريني، تخيل جي بلند پروازي اهڙي ٿي اٿس، جهڙي سنڌي يا سرائڪي ۾. گويا ڪنهن خيال جي اظهار ڪرڻ ۾ ڪٿهن به قلم جي اٽڪ نه ٿي آهي. انهيءَ حالت ۾، ڪيس آسانيءَ سان، اردو جي چوٿين دور جي شاعرن سان شمار ڪري سگهجي ٿو. سندس ڪلام سندس زندگيءَ جو آئينو آهي، ۽ مذهب ۽ تصوف جو رنگ غالب اٿس. فلسفيانه رنگ ۾ انسان جي حقيقت تي روشني وجهي ٿو:

نهين بنده حقيقت مين سمجھ اسرار معني کا،
خودي کا وهم برهم زن هجهے بيخود خدائي کر.

مرزا غالب، جو هندستان ۾ سندس همعصر شاعر هو، تنهن به هڪ اهڙو خيال آندو آهي:

نه تها جب تو خدا تها، کچھ نه هوتا تو خدا هوتا،
ڈبويا مجھ کو هونے نے، نه هوتا مين تو کيا هوتا.

سندس ڪلام مان چند غزل نموني طور پڇاڙيءَ ۾ ڏنل آهن.

بيدل نه فقط سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ۽ عربي ۾ شعر چيو آهي، پر انهن ٻولين کي گڏائي هڪ اهڙو مخمس لکيو اٿس، جنهن جو نظير ملڻ مشڪل آهي.

ان مخمس جي هر هڪ بند جي هر هڪ مصرع، جدا ٻوليءَ ۾ آهي؛ يعني پنج مصرعون پنجن ٻولين ۾ آهن، (١) عربي (٢) فارسي (٣) سرائڪي، (٤) اردو ۽ (٥) سنڌي.
ان مان هڪ بند نموني طور ڏجي ٿو:

ليس في الدارين الا هو، هو الحق المبين (عربي)
اوست جسم و اوست جان و اوست افلاک و زمين (فارسي)
وه هے روح الله مريم هے، وه هي روح الامين (اردو)
هر طرف اسدا تماشہ کيا مغ و کيا اهل دين (سرائڪي)
سڀ صفت ۾ ڪيو ظهور و يار جانيءَ دلربا (سنڌي)

انهيءَ ترتيب هر هڪ بند ۾ آهي.

## بيدل جي ڪلام تي سچل جو اثر

بيدل جي ڪلام گڏ ڪرڻ جي خيال سان تقريباً ڇهه سال جو دورو ڪرڻو پيو. هڪ ڀيري رانيپور ۾ وڃڻ ٿيو ۽ مولوي محمد صادق صاحب، ساڪن رانيپور، سان ملاقات ٿي. دوران گفتگو ۾، مولوي صاحب کان معلوم ٿيو ته بيدل فقير، سچل فقير جي خدمت ۾ آيو ۽ سچل فقير سندس وات ۾ پنهنجي ٻر جي ڳاري وجهي، فرمايو ته "انسان هن ۾ حلول ٿي وياهن". ڪي صاحب وري انهيءَ راءِ جا آهن، ته فقير صاحب ۽ سچل فقير جي ملاقات ڪانه ٿي آهي. اهڙي جتوڻي صورت ۾ سچل فقير بيدل فقير جي زندگيءَ ۾ وصال ڪيو آهي، تنهن صورت ۾ ممڪن آهي ته پاڻ ۾ مليا هجن. حقيقت ڪيئن به هجي، پر ٻنهي بزرگن جي ڪلام پڙهڻ کان پوءِ خيالات، مضمون، ٻولي ۽ نوع جي لحاظ کان چئي سگهجي ٿو ته بيدل جيڪڏهن ڪانئس روبرو فيض نه ورتو آهي، تڏهن به سندس ڪلام ضرور پڙهيو ۽ ٻڌو آهي، ۽ ان کان ايترقدر متاثر ٿيو آهي، جو ان جو اتباع ڪيو اٿس. مثلاً:

(١) عشق عطا الاهي ملندا — ذهن ڪري ڪسب ڪماوڻ دا (سچل)
عشق عطا الاهي هي — هرگز نه چيز ٻڌائي ويندي (بيدل)
(٢) آهيان آءٌ اسرار جيڏيون — مون کي خبر پاڻيو ٿيون (سچل)
آءٌ آهيان اسرار — عالم ليکي آدمي (بيدل)
سر سبحاني آهيان — صورت ڪيل ڪلايان (بيدل)
آهيان اسرار عجائب — ٿي آيس انسان (بيدل)
(٣) نوري ناري ناهيان — آهيان رب جبار (سچل)
بالهي ٻولي ناهيان ڪا — نور آهيان نروار (بيدل)
(٤) مرشد پاڻهون ليو جيو — توں سچو آهين سردار (سچل)
بيدل بندو ناهه تون — آهين اهو اعتبار (بيدل)
بيدل بندو ناهه تون هرگز — جو تو ڪوڙ ڪمائين (بيدل)
(٥) صورت سڀ سلطان — پاڻ ڏس آيو پنهنجو تماشو (سچل)
عشقون آيو آيو — صورت ويس ۾ سهڻو (بيدل)
(٦) ڪائي پنهي پوئيون — ڪائيين اڙهي قرآن (سچل)
ڪائي هندو ڪائي مومن — اهو رکيائين رايو (بيدل)
ڪائي هندن واري ماڄل — ڪائي مومن چوائين (بيدل)
(٧) عاشق هوندا تا سر ڏيوين — سردا ڪرين جي يار دا (سچل)
عاشق ٿئين تان سر ڏي — نا ته ڪهه عشاقين اچي (بيدل)

سچل فقير جي حرفيون جيئن آهن، ڪي هڪ مصرع واريون، ڪي ٻن واريون، ڪي ٽن ۽ چئن واريون. بيدل جي سواءِ هڪ مصرع واري، جي ٻن سٽن جون جيئن آهن. ازانسواءِ ڪئي ڪئي ته مضمون ۾ لڳ ڀڳ هڪجهڙو آهي. مثلاً:

(١) ع- عمزه رمزان يار ميڏے ڏيهان، ڏيکھ جو وتدا چائي،
جتهان ڪتهان حاضر ناظر، آپ کهوا رنگ لائي،
"وهو معڪم اينما ڪنتم"، جاڻ ڪيتس جائي. (سچل)

ع- علوم مذاهب دے ست، سبق سلوڪ دا پڙهنا،
جتهان ڪتهان راتڏين وسندا، ڪامل ويسه ڪرنا،
"وهو معڪم اينما ڪنتم" هڪو حرف پڪڙنا، ول نه مڙنا. (بيدل)

(٢) ط- طبل وڄائين وحدت والا، غازي ڇوڙ گدائي،
هيڏي هوڏي تون هي هوويں، وت ڪيهي جاه جدائي،
"الانسان سري وانا سره" هے ني خاص خدائي.

غ- غرق تهي غيب مين ويکهين، غائب حاضر تون هين،
سر حقيقت، شڪل شريعت، باطن ظاهر تون هين،
"الانسان سري وانا سره"، ماوائي سر تون هين،
هر گهر تون هين. (بيدل)

(٣) د- دلير ڪرين دل اتهان، مست يقين نه تهيوين،
لوڙين ٿڪ شيه سڀوئي، تان وت پيالا پيوين،
"موتوا قبل ان تموتوا" وچ جيون مر جيوين. (سچل)

هہ- هوس دے نال ڪذاهان، هرگز حق نه ٿهوے،
سوز گداز دا ذوق ميسر، ڳالهين نال نہ تهوے،
"موتوا قبل الموت" سٹي جو، محبت وچ مريوے،
سو مر جيوے (بيدل)

بيدل تي شاه صاحب جو به اثر پيل ڏسجي ٿو. بيدل نه فقط شاه صاحب وانگر تمثيلي شعر چيو آهي، پر ان جو تتبع به ڪيو اٿس. مثلاً:

١- چاهڪ چري، تار تري، آيون مٿي آر،
ڪوڙين ڪر ڪٽنديون، سٽي سڌ قرار،
ميهون ساڻ ميهار، پرچي پار لنگھنديون.

٢- چاهڪ چري، تار تري، آيون مٿي پٽ،
نه لنگهنديون لٽ، مقصد جي قرار سان.

(٣) جيڪو وڇين ونڪار، هت نه ڪولڻ ڪنهن ڪي،
لڪو ڪوڙ لطيف چئي، پار جو ڪو هي اسار،
نماڻي نيڻ نهار، تو وهه ديرو دوست جو. (شاه)

تو ۾ آ ديرو دوست جو، ڇا ڪاڻ وڃين ونڪار ميان،
سن مِن عرفه هادي انو، نه ڪيلر ڪرار ميان. (بيدل)

ڪن فارسي شاعرن جو به اهو اثر ڏسجي ٿو. مولانا رومي انسان جي دل کي خدا جو گذرگاهه سڏي ٿو:

ڪعبه بنگاه خليل آذر است، دل گذرگاه جليل اڪبر است. (رومي)

مڪل اروپ اوتار اسيدا، ڪيا آهي ڪيا خاڪي. (بيدل)

مولانا رومي عشق جي تعريف ڪندي ڪنهن افلاطون ۽ جالينوس سڏي ٿو، ۽ ڪنهن هر مرض ۽ هر خامي جو طبيب سمجهي ٿو:

شاد باش اي عشق خوش سوداي ما،
اي طبيب جمله علت هاي ما،
اي دواي نخوت و ناموس ما،
اي تو افلاطون و جالينوس ما. (رومي)

عشق هي پير پيغمبر ميڏا، عشق هي هادي رهبر ميڏا،
عشق هي حيدر صفدر ميڏا، عشق هي ميڏي هشت بنام. (بيدل)

انهي هنڌ بيدل فرمائي ٿو:

خاڪ وڇون اڪسير بڻيا، جڏا چڻڪ هي دج چولي.

مولانا رومي هر عشق جي حالت ۾، معشوق کي ظاهري صورت کان مٿي سمجهي ٿو:

آنچه معشوق است صورت نيست آن
خواه عشق اين جهان خواه آن جهان. (رومي)
مکهه ماهي دا نور تجلي - صورت حسن حقاني. (بيدل)

انهيءَ کان سواءِ سمجهجي ٿو ته، فقير صاحب بين فارسي شاعرن جي ڪلام جو به چڱو مطالع ڪيو آهي، جنهن جا هيٺين چند مثال مان معلوم ٿيندو:

(١) آسمان بار امانت نتوانست ڪشيد، قرعه فال بنام من ديوانه زدند. (حافظ)
بار ازه دا باري جو چاتا، عرش ملڪ افلاڪ نه چاتا
عاشق سارا سر تي اٺايا (بيدل)

(٢) متاب از عشق رو گرچہ مجازي است،
کہ از بهر حقيقت کارسازي است. (جامي)

سونهان راز حقيقت دا هي۔ لانبک عشق مجاز، (بيدل)
بيدل عشق کي عار نہ جاڻج۔ ڏيندو سرد ميار. (بيدل)

(٣) خسروا در عشقبازي، کم ز هندو زن مباش،
کز براي مرده سوزد، زنده جان خويش را. (خسرو)

هندو زال کان هيڪ نہ ٿي جي طالب آهين تڪرار،
ساڻ ڪري پرڻ سچ ٿو، عاشق چلي اختيار. (بيدل)

(٤) من نمي گويم "انا الحق"، يار مي گويد بگو،
من خدا عطار نہ آکهيا۔ اهيندا آها آواز، (بيدل)
آپ آکهيندا يار "آنا الحق"، سولي چڙهہ سرباز. (بيدل)

بيدل جي اردو ڪلام اسيت اڳيئي ڄاڻايو ويو آهي تہ سندس ڪلام ۾ اهي لفظ استعمال ٿيل آهن، جي ابتدائي دور جي شاعرن، جهڙوڪ "ولي" دکني، ۽ "مبارڪ آرزو" ڪم آندا آهن. قاضي پيرمحمد جي خاندان ۾ "ديوان ولي دکني" قلمي نسخو موجود هو، جو سوين ڀل ڏنو هو، پر هيئر انهن وٽان هيٺ مٿي ٿي ويو آهي.

سندس فارسي ڪلام تي مير جان محمد شاھ متخلص بہ "مير"، مير جان الله شاھ متخلص بہ "عاشق"، ۽ مولانا رومي، جو اثر پيل آهي، ۽ انهن جو گهڻو ڪري تتبع ڪيو اٿس، مثال لاءِ فقط هڪ هڪ غزل ڏجي ٿو:

غزل

سيد جان محمد شاھ متخلص بہ "مير"

الاهي جوش طوفان بخش چشم اشکبارم را،
سحاب دجلہ افشان کن رگ ابر بهارم را.
بہ روز نشہ صهباي محبت ردہم افروزي،
بہ خون شعلہ سرسبز گردان کشتزارم را.
خشونتهاي نفسم را بہ لطف خويش پردازي،
چمن پيراي گلزار تجلي ساز خارم را.
دلم در سينہ از شوق دم تيغ تو مي رقصد،
ز گل صد بار رنگين تر کني مشت غبارم را.
بہ مشتاقان مروت از نگاهي مي توان کردن،
بيک پيمانہ مي دعم کن رنج خمارم را.

ز سائل روي گردانيدن آئين كرم نبود،
گلستان كن به داغ عشق چشم (۱) خاكسارم را.
غلام همت عشقم كه مردم دهر گرداند،
طراز چنگال شهباز كبك كوهسارم را.

## غزل

سيد جان‌الله شاه متخلص به "عاشق"

الاهي موج طوفان بخش اشك ديده گريان را،
سحاب آسا پر افشان كن مدام چشم گريان را.
تلطف خويش قائم كن براي درد مندان عشق،
ز ابر رحمت سر سبز كردان جان بريان را.
خيالات وجودم را همه منسوخ گرداني،
بكن گلزار نوراني تجلي طور طريان را.
خزان را ره مده در دل بر مشتاقان ديدارت،
بهاري كن ز غنچه گل به پوشان جسم عريان را.
نقاب از روئي خود بردار بنما جلوهٔ حسنت،
معطر كن دماغ من ز بوي عشق مريان را.
ز بيرحمي به سائل ديدن آئين كرم نبود،
بده ساغر ز مي احمر بنوشان ديده تريان را.
عجائب عشق همت داد عاشق را درين منزل،
بزير حكم خود آورد جن و انس و پريان را.

## غزل

فقير عبدالقادر بيدل متخلص به "طالب"

الاهي موج وحدت بخش درياي خيالم را،
به بحر حال گم گردان حباب قيل و قالم را.
ازان نزهت گه قدسي چو اين مرغ آشيان برداشت،
بدو زد ناوك حادث دمادم پر و بالم را.
اگرچه زنده ام ليكن بصد شرمندگي مرهون،
بدست مرحمت بكشاي نو بند انفعالم را.
انيس خلوت رندان نباشد جز مي و ساقي،
فرصت اين عرده را باري اجابت ده سوالم را.

---

۱ — جسم

ازاله شورش هستي بود آسايش طالب،
به جمع نيستي جاده دل وحشت مآلم را.
اقامت ديو بر تخت سليماني نمي زيبد،
مكن قائم مقام روح نفس بد سگالم را.
انا الله هست گل بانگ يقين دروادئي ايمن،
چراغ افروز بزم موسوي ساز اشتعالم را.
اديم صحن ناسوتي ندارد وسعت ميدان،
بجهان در عرصه جبروت شبديز جلالم را.
امور علوي وسفلي ز لطفت مي شود نافذ،
نفاذ بر لطفي كن چنين امر محالم را.
انيت را به اثبات هويت نفي گرداني،
مبدل كن به توفيق سعادت خود و بالم را.
الٰهي مست طالب راز مستي دور ميدارد،
به صهباي عدم لبريز كن پيمان حالم را.

مولانا رومي عشق جي تعريف مثنويءَ ۾ جا بجا ڪئي آهي. مير جان محمد شاه لميرؔ به عشق جي تعريف ۾ هڪ غزل لکيو آهي، جنهن جو مطلع آهي:

راز پنهانم عيان از چشم گريان كرد عشق،
سينهٔ ريش مرا آخر نمكدان كرد عشق.

بيدل به اهڙيءَ طرح هڪ غزل لکيو آهي:

## غزل

مي رسد هردم بگوش جان من پيغام عشق،
كاي فلان گر ترک جان سازي بنوشي جام عشق.
گوش بي گوشي گشا، تابشنوي بانگ الست،
ورنه سامع عقل نبود مهبط الهام عشق.
اي سرو پا مي دود در واديءِ پهناي وجد،
هر كه او بسته ز ميقات ازل احرام عشق.
نيكنامي اختيارم نيست معذورم بدار،
پند ناصح كي پذيرد آنكه شد بدنام عشق.

شادیء جاوید مضمر در غم عشق است و بس،
شو اگر آزادگی خواهی اسیر دام عشق،
حملهٔ عقلی نگردد بر بلیسی فتحیاب،
دیو هستی را سر اندازی کند صمصام عشق،
پشت پازن بر تنعم ٔ لی دنیای دون،
چون شدی بیدل مصاحب زمره کرام عشق،

مثال تمام گهٹا آهن، پر طوالت جي خوف کان انون تي اکتفا ڪجي ٿي.

# تصنيف و تاليف

فقير صاحب مشهدا خوبين جو مالڪ هو. جيڪڏهن هو عاشق هو ته ساڳئي وقت هڪ زبردست عالم به هو. هڪ طرف محبت ۾ مستغرق هو ته ٻئي طرف شرعي علم ۽ فقه ۾ فرزانو هو. صوفي هو ۽ شريعت جي حڪمن جو پورو پورو پابند هو، شاعر به هو ۽ نثرنويس به. سندس سوانح حيات جي مطالعي کان پوءِ تصور به مشڪل ٿي پوي ٿو ته هن بزرگ ڪيئن عشقيه زندگي گذاريندي علم طب، انشاپردازي، علم فقه ۽ تصوف جي نُڪتن ۽ دقيق مسئلن بابت ڪتاب لکيا هوندا. ڀوري سڀ ڪتاب انهيءَ زماني ۾ لکيل آهن، جڏهن سندس نظارو قاضي پير محمد تي هوندو هو. سندس الهاميون، الفرقانيون، ناز ۽ شوخيون سهنديءَ ٻاڻ تي ايڏو قبضو ڪيو اٿس ۽ ايترو وقت بچايو اٿس، جو ويهارو مستند ڪتاب گهڻو ڪري فارسي ۽ عربي نظم ۽ نثر ۾ لکيا اٿس. فقط ٻه ڪتاب آهن جي سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ آهن، هڪ ”وحدت نامو“، ٻيو ”سرود نامو“ جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين، بيتن، ڏوهيڙن ۽ سي حرفين جو مجموعو آهي. ازانسواءِ ٻيا ڪتاب لکيا اٿس، جن جو سنڌيءَ سان البت واسطو ٿي سگهي ٿو، جن مان نموني طور ٽڪرا ڏجن ٿا:

”پنج گنج“ نالي هڪ ڪتاب مشهور آهي جو امير خسرو دهلويءَ جي تصنيف آهي، جنهن ۾ امير خسرو پنهنجي علميت جو ڪمال ڏيکاريو آهي. سندس ڪتاب جو هڪ صفحو نموني طور پيش ڪجي ٿو:

معلوم ٿيندو ته جنهن ايتري قبيل لکيل خانن مان، هر هڪ کي جدا جدا هيٺ پڙهبو ته جدا جدا بحر ۾ ڳالهه نڪرندي، ۽ علحده مطلب نڪرندو. وري جنهن کي گڏجي ڪتابي نموني پڙهبو، ته پنجين ڳالهه نثر ۾ نظر ايندي. هر لفظ جو انتخاب، بندش ربط ۽ سلسلو اهڙو رکيل آهي جو ڳالهين جو هي سلسلو باقاعدي قائم آهي ۽ گرامر جي ۾ غلطي ڪانهي. اهو پنهنجي نموني جو شايد پهريون ۽ پويون ڪتاب آهي.

بدل ۾ هڪ ڪتاب ”پنج گنج“ نالي سان لکيو آهي. هن ۾ چاليهه باب رکيا اٿس، ۽ هر هڪ کي نالو ڏنو اٿس ”درجو“: هر هڪ درجي ۾ شروعاتي قرآن شريف جي آيت ڏني، ان جي مطابق تعبيروار حديث مولانا روميءَ جا بيت، شاهه صاحب جو بيت ۽ هڪ هدايت پوري فارسيءَ ۾ اڳيان ڏني اٿس. گويا قرآن شريف جي تفسير ڪيو اٿس. شروع ٿو ڪري:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الرَّحْمٰنِ مُحْتَجِبِ الذَّاتِ بِصِفَاتِ الْكَمَالِ وَصِفَاتِ
بِأَسْمَاءِ الْجَلَالِ وَالْأَسْمَاءِ بِظُهُوْرِ الْأَفْعَالِ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ

عَلَيَّ مَنْ قَادَ الْمُوَافِقِيْنَ اِلَى الْمَلَكُوْتِ وَ الْمُوَاصِفِيْنَ اِلَى الْجَبَرُوْتِ ـ وَالْمُعَاوِنِيْنَ اِلَى اللَّاهُوْتِ وَ عَلَى آلِهِ الْمُخْتَارِ وَ أَصْحَابِهِ الْكِرَامِ اِلَى يَوْمِ الْقَرَارِ ـ

اما بعد سپاس بي قياس درگاه ايزدي و درود نامحدود بارگاه احمدي اين رساله است مشتمل برچهل درجات و هر درجه متضمن برشش تعينات ـ تعين اول به تسطير لحواي تصديق اقتضاي آيت شريف مجلا و تعين ثاني به تحرير مضمون مذاقت مشحون حديث مبارک مجلا و تعين ثالث بترقيم ابيات فيض آيات مثنوي معنوي معلا و تعين چهارم به تبيين کلام وجد آگين خلاصه مضامين يکتائي يعني بيت سندهي از رساله حضرت شاه صاحب بهٽائي قدس سره بيين و تعين خامس به تعين حکايت منحصر بر ترکيب راه هدايت معين اين بحسب تعداد تعينات وي را به پنج گنج مسمي ساختم و بقدر قوت استعداد مرکب اجتهاد در عرصه تاليفش تاختم ـ فاالله هوالمستعان و عليه التکلان و منه البدايت و اليه النهايت درجه يکم درمذمت قال و تحريص حال آيت قال الله تعالي جل جلاله و عم نواله و من الناس من يقول آمنا بالله و باليوم الاخر و ماهم بمومنين حديث عن المهاجر بن حبيب قال قال رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم قال الله تعالي اني لست کل کلام الحکيم اتقبل و لکني اتقبل همه و هواه فان کان همه و هواه في طاعتي جعلت صمته حمدالي و قارا ان يتکلم (رواه الدارمي)ـ

مثنوي ـ ما درون را بنگريم و حال را ـ ما برون را ننگريم و قال را،
آتشي از عشق در جان برفروز ـ سربسر فکر عبادت را بسوز

بيت ـ عاشق اُئين نه هون، جئن تون سجي اُنگهين،
منهن پايو مون ۾، راتيان ڏينهان روءِ،
ڪنهن کي ڪين چوءِ، تہ اسين عاشق آهيون،

حکايت: در شرح کلام قدسي مسطور است، که بوالهوسي بادشاهي را بضيافت طلبيد، مکان بيروني ضيافت خانه بجاروب مصفا نمود و طريق را از خس و خاشاک پاک گردانيد: اما جائيکه بهر جلوس خسروانه معين شده بود همچنان پر غبار و کدورت گذاشت، چون مقدم شاهنشهي ساير دولت بران و براه افگند، مقام ناپاک سلطانِ طبع پاکيزه اش نگرديد، جميع علامات بيرون او بجهت ناپاکي منزل درون مکروه پنداشته باز گرديد.

سنڌي ۾ هو ڪتاب آهي "تقويت القلوب في تذکرة المحبوب". هي ڪتاب فارسيءَ ۾ آهي. منجهس عاشقن ۽ سالڪن لاءِ هدايت جو ڪافي ذخيرو موجود آهي.

قرآن شريف جي آيتن، حديثن، بزرگن جي قولن، ۽ شاعرن جي اشعار سان برجستو آهي، منجهانئن هڪ ٻه مثال پيش ڪجي ٿو:

آيت - ولم يلبسوا ايمانهم بظلم اولئك لهم الامن وهم مهتدون ۔

مراد از ايمان نفيء خطرات جسماني، و اثبات صفات روحاني، و ظلم کنايه از پندار ناهموار نفساني، يعني آنانکه خيالات هستيء موهوم حيواني را نفي کرده، باثبات حقيقت انساني رسيده اند در دارالسرور در قرب حضور در مهد امان وعده عرفان آرميده اند مثنوي:

عارفان زانند دائم آمنون - که گذر کردند از درياي خون،
رفت در صحراي بيچون جان شان - روح شان آسوده و ابدان شان
در گلستان عدم چون بيخودي است - سکر ز استغراق لطف ايزدي است۔

مولوي "جامي" مي فرمايد: نظم:

نبودي و زيانِي زان نبودت - بباش امروز هم کاين است سودت۔

"عزيزي" مي فرمايد:

خواب عدم کجا است که آسوده دل شويم - فارغ ز پاسبانيء اين مشت گل شويم۔

شاهه صاحب مي فرمايد:

ڳوليون پاسي ڳوٺ، ھورن ھاڙھو لنگھيو،
ڪيچ ٿني ڪي ڪوٺ، ڪين جني جي ڪيچ ۾۔
ڪين ڪري ڪيچ ۾، ٿي جريدي جيئڻ،
ھوند جني سان ھوءَ، ھوت نہ ھوندو تن سان۔

در "فتوح الغيب" مسطور است که سلطان العارفين، مولانا بايزيد بسطامي قدس الله سره، فرموده اند که وقتي محبوب حقيقي را بخواب ديدم و سوال کردم، که وصول من بجناب تو چگونه صورت بندد فرمود که دع نفسک و تعال۔

"سعدي" مي فرمايد: نظم:

کس تا باخودي در خدا را نيست - و زين نکته جز بيخود آگاه نيست،

حديث: نجي المخففون هلک المثقلون۔

"حافظ" صاحب مي فرمايد: نظم:

از زبان سوسن اين آوازه ام آمد بگوش،
کاندرين دير کهن کار سبکباران خوش است۔

مولوي "جامي" مي فرمايد: نظم:

بيا جامي ز بود خود بپرهيز - ز پندار وجود خود بپرهيز،
گرت تيرگي و تنگي هست از تست - و رت بهوئي و رنگي هست از تست،
مصفا شو ز مهر و كينهٔ خويش - مجلا كن رخ آئينهٔ خويش،
بود نور جمال شاهد غيب - بتابد چون كليم الله از جيب،
شود چشم دلت روشن بدان نور - نماند سر جانان بر تو مستور،

سعدي فرمايد:

سعدي حجاب نيست تو آئينه صاف دار،
زنگار خورده كي بنمايد جمال دوست،

سلوڪ: سچا سڪا ڪوئي نهين، جي هردي اندر لعل،
مورک کهلے کولتا نهين، ڪرميا پيا ڪنگال،

مثنوي:

آئينهٔ جانت چرا غماز نيست - زانكه زنگار از رخش ممتاز نيست،
رو تو زنگار از رخ او پاک كن - و آنگهان آن نور را ادراک كن،

شاه صاحب مي فرمايد:

صوفيءَ صاف ڪيو، هو جو ورق وجود جو،
تهون پوءِ ٿيو، جيڏي پسڻ پرينءَ جو،

مثنوي: دفتر صوفي سواد حرف نيست،
جز دل اسفيد همچون برف نيست،

شيخ حسن بصري قدس سره مي فرمايد:

اقطع القارين نضل الصوفين،

شاه صاحب مي فرمايد: بيت

اکر پڙهه الف جو، ورق سڀ وسار،
اندر کي اجار، پنا پڙهندين ڪيترا،

سنڌس ٽيون ڪتاب آهي "السندالموحدين"، جن ڪتاب ۾ تصوف تي عربي ۽ فارسي مصنفن ۽ شاعرن جي ڪتابن مان سندون ڏنيون، ڦهاريءَ جو سنڌ جي شاعرن جا بيت به ڏنا اٿس، طوالت جي خوف کان نقط ٻه ٽي ٽڪرا جيڪي سنڌ جي شاعرن جا بيت ڏنا اٿس سو هيٺ ڏجي ٿو:

من ڪلام سلطان العاشقين شاھ عبداللطيف ڀٽائي قدس سره،

بيت:

سو ھئي، سو ھو، سو اجل، سو الله،
سو قادري، سو واھرو، سو پرين، سو پساھ،
سو ھيڏانھن، سو ھوڏانھن، سوئي من وسي،
تنھن سندي سوجھري، سوئي سو ڏسي،
پاڻھي جل جلالہ، پاڻھي جان جمال،
پاڻھي صورت پرين جي، پاڻھي حسن خيال،
پاڻھي پير مريد ٿئي، پاڻھي پاڻ خيال،
سڀ سڃاڻي حال، مڃھون تي معلوم ٿئي.
سو سائين، سا سھڻي، ساھ پسڻ سوئي،
آھي نجوئي، نجھ، ڪجھ اندر ڳالھڙي.
ڏسڻ ڏسڻ جي، تہ ھم ڪي حق جوين،
ڌارڪ شڪ تہ ٿي، انا انوي ڳالھ ۾.

من ڪلام موحد ڪامل محقق اڪمل مولانا مير قلندرعلي رضوي قدس سره:

ت - تفڪر ڪيجي وحدي لھڻ سار اندر دي،
ھڪو ھوڪر ھڪو ڳولين چوڙين خيال دگر دي،
فاينما تولوا فثم وجہ الله ھي ھر وج ھر دي.

ح - حجاب نہ رھسي ڪوئي، جي آون صدقون ڪرين يقينا،
ذات صفات ھڪو ڪر جاڻين چوڙين خيال ڪمينا،
جي صدقون سر صدقي ڪيجي، تہ ملدا دوست(١) شبينا.

من ڪلام مھدي الزمان ھادي اليٰ الرحمان پير محمد راشد قدس سره:

وحدت مون ڪثرت ٿي، آھي وحدت ڪثرت ڪل،
اندر ٻاھر، ڄاھر پرين، ڀول نہ ڪنھن ٻئي ڀل،
ھي ھنگامون حل، سڃاڻي محبوب جو.

من ڪلام وحدت نواز موحد اساس اتحاد مولانا عبدالحق دوازئي قدس سره:

ھرچہ بيني ز فوق عرش علا، ھستي اوست تا بہ تحت ثرا،
غير حق نيست درجھان موجود، ھم ھستي ازو شدہ پيدا.

---

(١) جان.

من ڪلام ساقيءِ ميخانھ وحدت وجود عارفِ رموزِ غيب و شهود مولانا قبول محمد دَرازائي قدس سرهٗ:

جاسِن تي جانان، جرڪن جهري آئيو،
ڪامان ڙي ڪامان، ڙ ڪيڏو لِڪ ڪريم ڪيو،

من ڪلام عارف پاڪباز عاشق محرم راز عليقو مھيڙ ئي قدس سره:

سڄو سارو سو ٿيو، وحدت ڪثرت ڪل،
الف ڪون آدم ٿيو، ڪري هنگامون هل،
"خلق الاشيا فهو عينها"، هي تنا پنده اصل،
مومن ڪافر سو ٿيو، پول ته پڇي ڪنهن پل،
ٿيو گلابي گل، سر سارلي منصور جان.

## ماخذ

| | |
|---|---|
| (١) فيه مافيه | مولانا رومي |
| (٢) ڪشف المحجوب | جناب علي الهجويري |
| (٣) علم تصوف | خواجه عباد الله اختر |
| (٤) تصوف اسلام | عبدالماجد |
| (٥) قرآن اور تصوف | ڊاڪٽر مير ولي الدين صاحب |
| (٦) رسالو (مرحوم) فقير طارق | ساڪن لالوراڻڪ لاڙڪاڻو سنڌ |
| (٧) ھماري شاعري | سيد مسعود حسين رضوي |
| (٨) شعر جي ڪسوٽي | پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻي |
| (٩) شبلي نامه | محمد اڪرام |
| (١٠) آب حيات | محمد حسين "آزاد" |
| (١١) تاريخ ادب اردو | رام بابو سڪسينه مترجم محمد حسن عسڪري |
| (١٢) تحقيقات | ڊاڪٽر عندليب شاداڻي |
| (١٣) ادبي آئينو | ليکراج ڪشنچند "عزيز" |
| (١٤) تاريخ سنڌي ادب جلد پهريون | خانبهادر محمد صديق ميمڻ |
| (١٥) تذڪره لطفي | لطف الله بدوي |
| (١٦) شعر و شاعري | حالي |
| (١٧) شاهه جو رسالو | |
| (١٨) رسالو سچل فقير پهريون جلد | |
| (١٩) مرآة المثنوي | |
| (٢٠) قلمي مضامين | مير حسام الدين راشدي |

# اظهار تشڪر

مؤلف انتهائي خلوص ۽ شڪرئي سان هيٺ انهن صاحبن جي نالن
جو ذڪر ڪرڻ پنهنجو فرض ٿو سمجهي، جن ڪيس هن ڪتاب جي تاليف ۾
پنهنجي پنهنجي ايشائا مدد ۽ مشوري سان نوازيو آهي:

انهن صاحبن جا نالا، جن يا ته پنهنجا ڪتاب ڏنا، يا مواد وٺي
ڏيڻ ۾ مدد ڪئي:

| | |
|---|---|
| (١) پير غلام مرتضيٰ شاهه | ڪنبٽ شريف. |
| (٢) پير حسام الدين شاهه راشدي | |
| (٣) فقير فولاد علي | ڳوٺ مينگهو شر خيرپور رياست |
| (٤) مولوي محمد صادق | رانيپور شريف |
| (٥) خليفو گل محمد پيرزاده | ڪلاچي |
| (٦) صوفي علي قطب | تجل شريف |
| (٧) سيد امام علي شاهه | روهڙي |
| (٨) سيد پير ڏنو شاهه | روهڙي |
| (٩) سيد لکن شاهه | روهڙي |
| (١٠) سيد پناهه علي شاهه موسوي | خيرپور ميرس |
| (١١) مسٽر هدايت الله اوڍو | لاڙڪاڻو |
| (١٢) سيد رسول بخش شاهه | روهڙي |
| (١٣) مسٽر تلوڪچند کتري | روهڙي |
| (١٤) مسٽر جهامنداس ڀاٽيا | شڪارپور |
| (١٥) مسٽر هيمنداس | اجمير شريف |
| (١٦) مسٽر رجب علي مغل | روهڙي |
| (١٧) قاضي فيض الله | روهڙي |
| (١٨) قاضي محمد اسماعيل | روهڙي |
| (١٩) مخدوم فيض الله | روهڙي |
| (٢٠) غلام سرور خان پٺاڻ | آرائين |

(٢١) حاجي علي بخش — ڀرڳوٺ
(٢٢) سومر فقير — ڀرڳوٺ
(٢٣) مسٽر اختر رضا زيدي — شڪارپور
(٢٤) مسٽر عطاءالله ڳهرو — شڪارپور
(٢٥) مسٽر واحد بخش — شڪارپور
(٢٦) سيد سومر شاهه — روهڙي

---

انهن صاحبن جا ٿالا جن پنهنجو مفيد مشورو ڏنو:
١- پروفيسر محمد ڪريم پيرزادو — نواب شاهه
٢- قاضي نبي بخش — روهڙي (حال حيدرآباد)
٣- ڊاڪٽر داﺋود پوٽو — ڪراچي

---

انهن صاحبن جا ٿالا، جن سان ديوان بيدل وارن جي سلسلي ۾ مان ڏيو:
١- صوفي عبدالستار صاحب — جهوڪ شريف
٢- صوفي نصير فقير جلالاڻي — خيرپور رياست

## نشانيون

ر = راڄپال ٻولچند وسومل وارو ڇپيل ڪتاب.

غ = غلام مهدي قاضيءَ جو قلمي نسخو.

ڀ = ڀائيا جهامنداس وارو قلمي نسخو.

ن = نواب علي شاهه وارو قلمي نسخو.

ه = هرجاڻي گدومل ڪنڌمل وارو ڇپيل ڪتاب.

ع = علي گل شاهه وارو قلمي نسخو.

ف = فولاد فقير وارو قلمي نسخو.

ڪ = علي بخش "ڪمتر" وارو قلمي نسخو.

س = سومر فقير جو بياض.

م = محمد رمضان فقير جو بياض.

و = مسٽر وڌيرومل جو بياض.

ل = لکميچند ڀاٽيا جو بياض.

قادر بيدل جي وقت ۾ روھڙي شھر جو ھڪ نظارو.

زيارت گاه ھر روشن ضميري، دليل راه ھر جان منيري،
ز آبستان شمالش تالش تازه و تر، ز کوھستان جنوبش صاف وانور،
ز ريگستان بود شرقش مصفا، ز باغستان ساده غربش مطرا.
به ھر اکناف او چندين نظاره، ھزاران گونه عشرت را اشاره،
مگر اين بلده چون بيت العتيق است، که جائي طوف مردان طريق است.

” بيدل “

(١) هستيءَ کي همه اوست ۾ ڪيو ڳُم جنين (١)،
ذرّو ذرّت تنهين، آڪين شعاع شهود جو.
(٢) هستيءَ کي همه اوست ۾ جنين ڳُم ڪيو،
تنهين ذرت پيو، آڇوڙو اثبات جو.
(٣) هستيءَ کي همه اوست ۾ جنين ڪيو ڳُم،
تن (٢) تي آڳم، اچي ٿيو اثبات جو.
(٤) هستيءَ کي همه اوست ۾، جنين ڪيو فاني،
تن تي عياني، اچي ٿي اثبات جي.
(٥) هستيءَ کي همه اوست ۾ ڪيو جن فنا،
جيو تن، آثار حالت ۾ حلاج جي.
(٦) حالت، جا حلاج جي، سورو آهي (٣) سوز،
سدائي سوريءَ تي ٿيون، جو نوروز،
رندي راز رموز، ڪنهن کي سلڻ ڪينڪي.
(٧) حالت، جا حلاج جي، سوري آهي (٣) سور،
مردن ۾ منصور، ڪو ڪو ليکي ڪاڻهين.
(٨) حالت، جا حلاج جي، معتقدي معراج،
سالڪن سرتاج، مستيءَ ڪئون منصور ٿيو.
(٩) حالت، جا حلاج جي، اونهون هي اسرار،
آڇي الوهيت جو، بحر هم الايو بار،
ڪنهن ڪنهن ڪلادار، ڪل پوي هن ڪن (٥) جي.
(١٠) حالت، جا حلاج جي، ربوبيت راز،
حقيقت مجاز، ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيا.
(١١) ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿي، معنيٰ ۽ صورت،
اچي احديت، دوئي (٦) کي دور ڪيو.
(١٢) ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيو، اچي جان جسم،
ويئي ويت رسم، وحدت سنديءَ ويڙه (٧) ۾.

---

(١) جني (هـ) (٢) تين (ز) پکس (٣) آهه. (ز) (ع) آهه (ز) (٥) ڪنبه. (ن) (پکس) (٦) دوئيءَ. (ز) (٧) ويڙهه. (ز)

(٢٤) آهوني هن اسرار جي، جن تي کُليو دَرُ،
جا اُنِي ڪن نظر، تا اُنِي پَسن پَر (١) ڪي.

(٢٥) آهو نهي مين اسرار جي، جنهي ڏٺي جُڳوءَ،
حيرت ۾ پيا هُوءَ، پَسي سوچ مُحمّدي.

(٢٦) پَسي سوچ مُحمّدي، عاشق ٿيا حيرانُ،
مَنْ رَآنِي فَقَدْ رَءَ الْحَقّ، ساکولي سُبحانُ،
ميڙوني سهوريانُ (٢)، صورت سين سماهو.

(٢٧) پَسي سوچ مُحمّدي، جَبْرُوتَنِ کي (٣) جوش،
معنوي مدهوش، لاهوتون لنگهي ويا.

(٢٨) پَسي سوچ مُحمّدي، نظرو ٿيو نُزُولُ،
معرفت راه ۾ برهان، مستي ۾ مشڪُورُ،
رکيو ارب قدم، پيرا ڪين لاهوت ۾.

(٢٩) پَسي سوچ مُحمّدي، وُجُودُونَ ويا،
انا رَبُّ انا مُحمّدٌ، الهيءَ پڌ پيا،
جوڳي جهڙي جيا، هيڪ جي هاهُوت جا.

(٣٠) پَسي سوچ مُحمّدي، مٿي تين مقام،
آدمين آرامُ، اچي ٿيو اثبات ۾.

(٣١) اچي ٿيو اثبات ۾، ڪاميڙين قرارُ،
هُوَالاوّلُ وَالاخِرُ وَالظّاهِرُ وَالْبَاطِنُ، هدايه نهارُ،
جا اُنِي ڪن نهار، تا اُنِي وسيتي وجهڙي.

(٣٢) اچي ٿي اثبات ۾، جوڳيسرن جُهوءَ،
إذا تمّ الفَقْرُ فَيَكُونُ (٤) عَيْنَهٗ كَعَيْنِ اللّٰهِ
خاص خاصي هُوءَ،
رندن سندي رُوءَ، جيڪي جوڙس جنڊ جيان.

(٣٣) اچي ٿيو اثبات ۾، مشتاق (٥) جو ماڳُ،
رهنواي جو راڳُ، ڪَنَ رِيءَ، سماسين سُئيو (٦).

---

(١) نگاهہ (ل). (٢) سهربان (پ). (٣) ڪئو، ڪيا (پ) بکس. (٤) إذا تمّ الفقرُ فيكونُ عينه كعينِ الله ط (ر) بکس. اذا تمّ الفكر فيكون عينه كعين الله (پ). (٥) مشتاقن (پ) بکس. (٦) سُئو (ن).

